30.1.1984 Central prison, Hyderabad.

# جنگ ۽ انسان

مائيخل شولوخوف

سنڌيڪار: عمر

عظمت ادبي اڪيڊمي حيدرآباد

ڪتاب جو نالو — جنگ ۽ انسان

مصنف — ميخائيل شولو خوف

مترجم — عمر ميمڻ

ڇاپو پهريون — پهرين مارچ ١٩٧٨
ڇاپو ٻيو — پهرين جولاءِ ١٩٨٣

قيمت 6.00 ڇهه رپيا



---

هي ڪتاب م. ع. ميمڻ، عظمت ادبي اڪيڊميءَ طرفان، سردار پرنٽنگ پريس گاڏي کاتو حيدرآباد مان ڇپرائي پڌرو ڪيو.

## پنهنجي پاران

عظمت پبليڪيشن جو اڻون ڪتاب اوهان جي هٿن ۾ آهي ۽ هن کان اڳ جيڪي ست ڪتاب اسان جي اداري طرفان ڇپرايا ويا آهن، تن کي اوهان پسند ڪيو ۽ جهڙيءَ ريت انهن ڪوششن جو پاڙهن طرفان آڌرڀاءُ ڪيو ويو آهي، تنهن لاءِ اسين پڙهندڙن جو نهايت ٿورائتو آهيون.

هي ڪتاب جنگ ۽ انسان، روس جي نامياري اديب شولوخوف جي مشهور ناولٽ Fate of a man جو ترجمو آهي، شولوخوف متعلق صرف ايترو ٻڌائڻ ڪافي آهي ته هي صاحب quite flows the don ۽ virgin soil جهڙن جڳ مشهور ناولن جو ليکڪ پڻ آهي ۽ ”جنگ ۽ انسان“ سندس عظمت جو روشن ثبوت آهي.

هن ناول ۾ شولوخوف، ٻي مهاڀاري جنگ ۾ ٿيل تباهه ڪارين جو ذڪر ڪيو آهي ۽ پنهنجي سرحدن جي حفاظت ڪندڙ لکين روسي جوانن مان هڪ غازيءَ جي واتان، جنگ ۾ پيش ايندڙ واقعن ۽ ٿيل تباهه ڪاري متعلق اسان کي واقف ڪرايو آهي. ٻي مهاڀاري جنگ

۾ نازي جرمني فوجن جي لاڳيتن ۽ سخت حملن جي نتيجي ۾ هڪ وقت اهڙو به آيو هو جو روس جي دل اسٽالن گراڊ تي جرمن فوج جو قبضو يقيني بڻجي ويو هو، روسي هر ميدان ۾ شڪست کائي رهيا هئا پر نازي جرمنيءَ جا خواب پورا نه ٿيا، روسي آخري وقت ۾ به پاڻ کي وڏيڪ متحد ۽ منظم ڪري، پنهنجي سڄي قوت کي گڏ ڪري، عزم، حوصلي ۽ قوت ارادي جي زور تي پنهنجي وطن جي مٽي کي دشمن جي ناپاڪ وجود کان بالڪل پاڪ ڪري ڇڏيو جو اينديڙ وقت ۾ ڪنهن کي به روس جي ڌرتيءَ ڏانهن اک کڻڻ جي به همت نه ٿئي.

انهيءَ جنگ ۾ روس جي هر گهر مان، سرامري ۾ ٻا تي پاتي، ٻمن ۽ گولين جو ٻک ٿي ويا، صنعتون تباهه ٿي ويون، گهر ڀمي ويا، فصل سڙي ويا، شهر ويران ٿي ويا، پر روسين پنهنجي ڌرتيءَ تان دشمن کي ڌڪي ٻاهر ڪييو.

جنگ جون تباهه ڪاريون، ڪا نئين ڳالهه نه آهن، اصل ڳالهه عزم، همت ۽ حوصلو آهي، قومي غيرت آهي ۽ قومي وقار آهي. 'جنگ ۽ انسان' جي مطالعي مان انسان کي اهو سبق ٿو ملي ته جنگ ۾ ڪٿي ڪجهه به ڇو نه ٿي پوي، پر وطن جي مٽيءَ کي هر حال ۾ دشمن کان پاڪ رکڻ نهايت ضروري آهي.

هن ناول جو ترجمو ڪيتريقدر اوهان جي معيار

ڏي ڏو لکي سو توهان پاڻ ئي ڪتاب پڙهڻ کانپوءِ
فيصلو ڪجو ۽ اسان کي پنهنجي راءِ کان واقف ڪجو.
اميد اٿم ته هي ڪتاب توهان کي پسند ايندو،
۽ مهيني اندر اسين ٻيو ڪتاب، يعني اداري جو ناڏرن
ڪتاب اوهان جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ ۾ ڪامياب
ٿي وينداسون.

اها ڪوشش جاري رکبي ته سنڌيءَ ۾ سٺو ادب
باقاعدي پيش ٿيندو رهي. جي پڙهندڙ پاڙن جو تعاون
جاري رهيو ته سفر جاري رهندو.

في الحال موڪلائي

عمر

# ٻئي ڇاپي جو مهاڳ

سن ١٩٧٦ کان، وقفي وقفي سان، سنڌي ڪتاب ڇپرائيندو اچان. اڳ شاگرديءَ وارو دؤر هو ۽ هاڻي سرڪاري نوڪري آهي، ۽ ٻنهي زمانن ۾ ڪڏهن به ايتري دولت جو مالڪ ڪونه رهيو آهيان جو باقاعدگيءَ سان ڪتاب ڇپرائي سگهان نه وري حالتن اها اجازت ڏني ته سنڌي ڪتابن جي ڇپائي کي باقاعده ڪاروبار جي صورت ۾ هلايان. انهيءَ ڪري اڳ جيب خرچيءَ مان ۽ هاڻي پگهار مان جيتري بچت ٿئي ٿي سا ڪتابن جي ڇپائيءَ تي لڳائو ڇڏيان ... اهوئي سبب آهي جو ڪتاب دير دير سان ٿا ڇپجن. رهي ڳالهه ڪتابن مان ڪمائيءَ جي، ته ڪمائي ته ڪمائي جي ماڳ، هٿ ڪتاب تي لڳايل رقم ملڻ به مشڪل ٿيو وڃي. سبب انهيءَ جو اهو نه آهي ته ڪو سنڌي ڪتاب وڪرو نٿا ٿين، پر دراصل ايجنٽ صاحبان رقم ڏيڻ ۾ تمام گهڻي سستي ٿا ڪن... ڪن حالتن ۾ رقم وصول ٿيندي ٿيندي ٻي ٽي چار چار سال به لڳيو وڃن. اهڙي صورت ۾ وچارو پبلشر ڪري ته ڇا ڪري.... ۽ مزي جي

ڳالهه اها ته سنڌي پبلشر سان اها وڏي پنهنجائي ڪن ٿا. لاڙڪاڻي جو هڪ پبلشر، جيڪو ابر سنڌ ۾ ڪتاب وڌائيندو به آهي ۽ ڪتاب ڇپرائيندو به آهي، ۽ سنڌي اديبن ۽ پبلشرن جي حالت زار تي ڏاڍيون ڳرما ڳرم تقريرون به ڪندو آهي تن سالن کان منهنجا ٥٠٠٠ روپيا روڪيو ويٺو آهي. اهڙيءَ ريت ڪن ٻين دوستن ڏانهن به ڪافي رقم بقايا آهي، تنهن ڪري ڪي ڪتابن ۾ ايتري دير ٿي ٿئي.

بهرحال ڪيئن به آهي، پنهنجي همت ۽ وس سارو سنڌي ادب کي چند معياري ڪتاب ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿيو آهيان هيل تائين ۽ اميد اٿم ته پڙهندڙن جي سات سان هي ادارو زنده رهندو ۽ سنڌي ادب ۾ سٺا سٺا ڪتاب شامل ٿيندا رهندا.

هاڻي اچو ته ڪتابن جي قيمتن تي ڳالهايون. سنڌي پڙهندڙ کي عام شڪايت آهي ته سنڌي ڪتاب مهانگا آهن! بالڪل آهن- پر سائين جي وڪرو ٿيندڙون صرف هڪ هزار ڪاپيون ته پوءِ لازمي طور قيمتون وڌيڪ ٿيون رکڻيون پون. مون هن ڪتاب کان اڳ ڇپرايل ڪتابن "پيار پيار پيڙا پيڙا ۽ تو جهڙين جي ذات" جي قيمت بالترتيب ٠٠-١٠ ۽ ٠٠-١١ روپيا رکي ڇو ته انهن ٻنهي ڪتابن جي سلسلي ۾ پيڙ سندري انچندائي کي هڪ هزار روپيا بطور رائلٽي ڏني آهي!

آئون سمجهان ٿو ته سنڌي اديب جو اهو حق

آهي ۽ ڪين ملڻ گهرجي، پر پوءِ اهو اچي ڪٿان؟ هڪ ته سنڌي ڇپائيءَ جا ڳاٽي ڀڳا اگهه، ٻيو وري ڪاپيون صرف هڪ هزار، ۽ جي اديب کي رائلٽي به ڏيڻي پوي ته ؟؟- پڙهندڙ ڀائرن کي گهرجي ته صرف اهو نه ڏسن ته ڪتاب جي قيمت ڪهڙي آهي، پر اهو ڏسن ته وچاري پبلشر کي ڪيترين مجبورين ٿيون هجن.

هي ڪتاب جنگ ۽ انسان سفيد ڪاغذ تي ڇپرائي رهيو آهيان ۽ مارڪيٽ ۾ اڄڪلهه ۹۰ صفحن جي ڪتاب جي قيمت ۸-۰۰ روپيا آهي. اسين پڙهندڙن جي جذبن جو احترام ڪندي هي ڪتاب ۶-۰۰ روپين ۾ ڏيئي رهيا آهيون. اميد آهي ته پڙهندڙ ڀائر اسانجي انهيءَ قدم جو جواب گرمجوشيءَ سان ڏيندا ۽ ڪتاب وٺڻ وقت قيمت جي ڪري پنهنجو همٿ پوئتي نه ڪندا. انهيءَ کان به قيمت گهٽ رکڻ منهنجي وس ۾ نه آهي.

اميد ته تعاون جاري رهندو.

عمر ميمڻ

جن ڏينهن وطن جي مٽيءَ مٿي جنگ جي
ڪري رت ۽ باهه جي شعلن ۾ وڪوڙيل هئي، تن
ڏينهن ڪنهن بني بشر کي بهار جي اچڻ ۽ لنگهڻ
وڃڻ جو ڪو هوش نه هو، پر هيل، جڏهن جنگ جا
ڪڪر پنهنجي منحوس پاڇي سميت وطن جي مٿيءَ
تان هٽي ڪيڏانهن پري هليا ويا آهن، ته بهار جي
آمد ڏاڍي دلفريب پئي معلوم ٿئي. 'ڊان' جي مٿاهين
حصي ۾ تيز ۽ خوشبودار هوائون لڳڻ شروع ٿيون
آهن، هوڏانهن 'ايزوف' جي ساحل واري طرف کان
وري گرم هوائون به هلڻ شروع ٿي ويون، جنهن جي
نتيجي ۾ واريا سا ڪپ چڙ اگهاڙا ٿي پيا هئا. هوڏانهن
اوچن ماٿرين ۾ وري سڀ سنوان پٽ برف سان ڍڪجي
ويا هئا ۽ سوڙها گهٽ آهستي آهستي جبلن جي
جوٽن تائين رسڻ لاءِ برف جي تهن تي تهه، چڙهي
ڪري بلند ٿي رهيا هئا. نديءَ جي پاڻيءَ ۾ ٻوڏ وارو
جوش ۽ خروش نظر اچي رهيو هو ۽ وهندڙ پاڻي، برف
جي ڍڳن سان ٽڪرائجي، آبشارن وارو منظر پيش
ڪري رهيو هو. برفباريءَ جي ڪري رستا بنهه خراب
ٿي چڪا هئا، ۽ ٽرئفڪ ته ٺهيو، ماڻهن جي هلڻ جهڙا
به نه رهيا هئا!

قسمت جو چڪر ڪٿي ڦرجي، جو مون کي سال
جي آخريءَ حصي ۾ پنهنجو گهر ڇڏي، هڪ ڳوٺڙي
ڏانهن ڪم سانگي وڃڻو پيو. ڳوٺڙو منهنجي ڳوٺ

ڪان پنجاهي ڪن ميلن جي پنڌ تي هو. هتڻ وارن
کي ته پنجاهه ميل ڪو خاص پنڌ نه لڳندو، پر موسم
جي اهڙي خرابي ۽ رستن جي تباهه حاليءَ جي ڪري
اهو پنڌ ڏاڍو اڙانگو لڳي رهيو هو. پر وڃڻو جو هو،
سو هڪ دوست سان انجام ٻڌي، سج نڪرڻ کان اڳ
ئي سفر تي روانو ٿي ويس. سفر هڪ بند گاڏيءَ ۾
ٿي رهيو هو، جنهن کي همت ڀريا، ڀلا گهوڙا ڇڪي
رهيا هئا، پر ڪجهه پنڌ ڪرڻ کان پوءِ گهوڙن جي
همت جواب ڏيڻ لڳي. رستو، جو سڄو ساري رات
ٿيندڙ برفباريءَ ڪري ڍڪجي ويو هو، سو آخر گهوڙا
به ڪيستائين زور لڳائي ٿي سگهيا! مشين وانگر ته
هئا ڪونه جو تيل وجهي ڇڏيو، پوءِ نڪو ٿڪ، نڪا
تڪليف. پر گهوڙا ويچارا ته ساهه وارا هئا، سي جهٽ
ڪن کان پوءِ سهڪڻ لڳا ۽ سندن سڄي جسم تي برف
جا ذرا ڄمي ويا هئا، ۽ سندن رنگ ڦري ڇٽڪمرو ٿي
ويو هو. گهوڙن جي تڪليف محسوس ڪندي،
جتي به پاڻهوسين ٿي ته ڪاڻن وک نٿي کڄي، اسين
گاڏيءَ مان لهي ٿي پياسون ۽ پيرين پنڌ ٿي هلڻ
لڳاسون ته من ائين ڪرڻ سان گهوڙن کي ڪجهه
ساهي ملي سگهي. پر برف تي پيادو هلڻ، پاڻهو ٿا
ته ڪو سولو ڪم آهي؟ نه سائين، اصل ساهه نڪريو
وڃي. پر مجبوري هئي، گهوڙن تي به ڪهل ٿي آئي
سو ائين ڪرڻو ٿي پيو. پيادا ٿي جڏهن هلياسين ٿي،

تڏهن برف اسان جي بار هيٺان چرڪاٽ ٿي ڪيا ۽
ڪنهن ڪنهن هنڌ اسان جا پير اندر ڌڳجيو ٿي ويا.... برف
رڳو ڪو رستي ڪي ڪونه ڍڪيو هو، پر پاسا ڪنڌيون
به رڳو برف جا ڍير پئي لڳا ۽ جيسيتائين اک ڏسي
ٿي سگهي، رڳو برف ٿي ڏسڻ ۾ آئي. اسين خاموشيءَ
سان سفر ڪندا رهياسون، تان جو ڇهن ڪلاڪن جي
اڙانگي سفر کان پوءِ پنجويهه ميل پنڌ ڪري اسين
”پلانڪا“ درياءَ جي ڪپ جي انهيءَ پاسي تي پهتاسون
جتان درياهه اڪرڻ مڙني کي ڪجهه قدر سولو هو.

موخووڪي ڳوٺ جي ڀرسان پهچي، هيءُ درياهه
سال جي هن حصي ۾ گهڻو خشڪ ٿي ويندو هو. هيءَ
ڪو وڏو درياهه ڪونه هو، پر هيل خبر نه آهي ڪهڙي
سبب کان هن نديءَ درياهه ۾ به پاڻيءَ جو وهڪرو
اڳرو ته تيز هو، جو پٿريءَ وسيلي به ان کي پار
ڪرڻ چڱو جوکم جو ڪم ٿي لڳو. پاڻي ڪنارن کي
ڪٽڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو ۽ پنهنجي زور ۾
ڪنارن تان اکري ڪافي پري پري تائين پئي پهتو.
اسان کي هڪ پيگل تنل پٿريءَ ملي جنهن ۾ هڪ ئي وقت
ٽن ماڻهن کان وڌيڪ ماڻهن جي ويهڻ جي گنجائش ڪانه
هئي. اسان گهوڙن کي ڇوڙي ڇڏيو، جو هاڻ انهن
جو ڪم نه رهيو هو. درياهه جي هُن پار، فصلن جي
وچ ۾ هڪ مٽيءَ جي ڇانو ۾ جهپ بيٺل نظر اچي
رهي هئي، جنهن تي سوار ٿي اسان کي پنهنجي منزل

تاڻين وڃئو هو. ائين ٿي لڳو ڄڻ اها پراڻي ڪنارا
جهپ سهاري جي سچي سند انهي ٻيڙل رهي هئي ۽
ڪڏهن به آن جي هلائڻ جي ضرورت پيش نه آئي هئي.
آءٌ ۽ ناکئو، لڏندڙ ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿياسين. منهنجو
دوست، سامان جي سنڀال ڪرڻ لاءِ اتي ئي ترسي پيو
هو. ٻيڙي درياهه جي مست ڇولين جي زور تي هيٺ
مٿي ٿي رهي هئي، ۽ اڃا سڌ پئڻ تي مس پهتا هئاسون،
جو ٻيڙيءَ جي پڇل تختن مان پاڻي ڦوهاري وانگر اندر
پرجڻ لڳو. اها صورتحال منهنجي لاءِ ڏاڍي پريشان
ڪندڙ هئي، جو سمجهيم ٿي ته ٻيڙي مان پاڻي نڪري
ڪونه سگهندو ۽ پرجي وئي ته ضرور ٻڏي ويندي ۽
اهڙي تيز وهڪري واري درياهه ۾ آءٌ ته تري ڪونه
ٿي سگهيس. هوڏانهن ناکئي ڏانهن نهاريم ته سندس
چهري تي غم ۽ فڪر جو ڪو پاڇو نظر نه آيم، ڪيس
ذرو به خوف نه هو. سوچيم، درياهه جي انهن مست موجن
سان وڙهندي سندس عمر گذري آهي، ڪيس پاڻيءَ کان
ڪهڙو ڀپ؟ ناکئو ڏاڍيءَ همٿ سان ٻيڙيءَ ۾ ڪڏ
ٿيندڙ پاڻي ڪيڍي رهيو هو، ۽ ڪپڙن جي مدد سان
انهن سورن کي بند ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو
هو. جن مان پاڻي، ٻيڙي ۾ اچي رهيو هو. آءٌ به سندس
مدد ڪرڻ لڳس ۽ اسان ٻنهي گڏجي، ٻيڙيءَ کي
ٻڏڻ کان بچائي ورتو ۽ اسان جي منزل به اچي وئي.
مون کي ڪپ تي لاهي، ٻيڙيءَ کي ڪونئي ۾ ٻڌي،

ناڪڙو پريان بيٺل جيپ ڪاهي آيو ۽ پوءِ واپس وڃڻ
وقت چيائين، ”سائين منهنجا، منهنجي هيءَ پيگل پوڙهي
جي پڌڻ کان بچي ويئي، ته آءٌ توهان جي سائيءَ
کي ٻن ڪلاڪن اندر هيٺ پير وٺي اچڻ ۾ ڪامياب
ٿي ويندس. الله وارث.“ ايترو چئي، هن وري ڇولين
سان مقابلو ڪرڻ شروع ڪيو، ۽ آءٌ جيپ جو جائزو
وٺي ڪناري کان ٿورو پرڀرو ٿيل هڪ ڪڪائين جهڳيءَ
۾ تماڪ ڇڪڻ جي خيال کان اچي ويٺس. کيسي ۾
هٿ وجهي، سگريٽن جو پاڪيٽ ڪڍيم ته مايوس ٿي
ويس، جو سگريٽ سڀ پُسي پٽ ٿي ويا هئا. پوڙهيءَ
۾ رکيو تري مان پاڻي اندر ڪونه ٿي آيو پر گڏوگڏ
پوڙهيءَ جي پاسن سان ٽڪرجي پاڻيءَ جون لهرون
مٿي هوا ۾ به ٿي اڏامون ۽ اهڙيءَ ريت منهنجو لباس
به سڄو پُسي ويو هو. ان وقت ته ڌيان رکيو پنهنجي
جان بچائڻ طرف لڳل هو، سو سگريٽن جو ڪو هوش
ڪونه هو، پر هاڻ جڏهن خطرو ٽري ويو هو ته ”تماڪ
جي ڇڪ ستائڻ لڳي هئي، ۽ پنهنجي آن بي خيالي
تي افسوس پئي ڪيم. خير، اچا منهنجي دوست جي
اچڻ ۾ ڪافي دير هئي، سو سگريٽ پاڪيٽ مان ڪڍي
آس ۾ سڪڻ لاءِ رکي ڇڏيم. اڪيلو جو هوس، سو
وقت گذارڻ لاءِ پئي هيڏانهن هوڏانهن نهاريم ته
رستي تي هڪ ماڻهو ڏٺم جيڪو ڪپوٽ واري پاسي
کان درياهه ڏانهن اچي رهيو. ماڻهوءَ سان گڏ پنجن ڇهن

سالن جو هڪ ننڍڙو ٻار به هو، ۽ هو ٻئي، ڏڪل ڏڪل
انداز ۾ هلي رهيا هئا، پر جيپ کي ۽ شايد مون کي
ويٺل ڏسي سندن رفتار تيز ٿي ويئي ۽ هو تڪڙا تڪڙا
مون ڏانهن اچڻ لڳا. اهو ماڻهو قد جو ڊگهو ۽ بدن
جو سگهارو هو، پر سندس پٺ ۾ ٿورو ڪُٻ پڻ هو.
منهنجي پرسان پهچي، هن شخص پنهنجي پٺن تان ٿيلهو
لاهي ڪٺي پٽ تي رکيو ۽ پاڻ به، آتي ويهي رهيو.
ساهي پٽڻ کان پوءِ چوڻ لڳو، "مون کي سفر لاءِ
همراهه، چڱو نه مليو! هي ڇوڪرو پاڻ به ٿڪجيو پوي،
۽ مون کي به ٿڪايو ڇڏي، آءٌ جي ٿڪو ٿي هلي
ته هي پويان ٿي رهجيو ويو ۽ مون کي وري سندس
انتظار ۾ بيهي ٿي رهڻو پيو. جتي مون کي هڪ وک
کڻڻ گهرجي ها، آتي هن ڇوڪري جي ڪري ٿي
وکون کڻڻيون پيون. سچي وات مون ائين ٿي محسوس
ڪيو ڄڻ گهوڙي ۽ ڪُئي کي گڏ پيو سفر ڪرڻو
پوي! پر رڳو اهو به نه، جو هليو آهستي ٿي، ڪنهن
ڪنهن مهل وري همراهه، رستي تي ويهي برف پيچي
ائين ٿي چوسڻ لڳو ڄڻ ته قلفي هجي، يا وري برف
تي ليٽاڙا پائڻ ٿي لڳو! ڇا ڪجي، ٻار آهي، راند جا
ڏينهن اٿس. پر مون کي تنگ ڏاڍو ڪيو اٿس."

ايترو ٻڌائي هو پل ساعت لاءِ ماٺ ٿيو، پر وري
خاموشي ٽوڙي، مون کان پڇيائين، "دوست، تون هت
اڪيلو ڇا ويٺو ڪرين؟ پنهنجي آفيسر جي اچڻ جو

انتظار تہ نہ ڪري رهيو آهين؟"

هُن مون کي جيپ جو ڊرائيور سمجهيو هو، جڏهن تہ آءٌ ڊرائيور ڪونہ هئس، پر ان واڳوڙ جي اندازي جي ترديد ڪرڻ مون مناسب نہ ڄاتي ۽ چيومانس، آفيسرن جا نخرا ئي نرالا آهن، انتظار تہ ڪرڻو ئي پوندو!"

هُن پڇيو، "ڇا هو درياهہ جي هُن پر کان اچڻو آهي؟

وراڻيم، "اُئين ئي آهي."

"اوهان کي خبر آهي تہ ٻيڙي ڪيتري دير ۾ هتي پهچندي؟"

"مون کي ٻہ ڪلاڪن کان ٻوها!"

"ٻہ ڪلاڪ! معني تہ اسين سفر جو ٽڪ پيچي وٺنداسين، ڪافي وقت پيو آهي ۽ مون کي بہ ڪا جلدي ڪانہ آهي! دراصل آءٌ بہ ٻئي پر وڃي رهيو آهيان. اوهان کي جو ڏٺم، تہ سمجهي ويس تہ اوهين بہ مون وانگر ڊرائيور آهيو، سو خبر چار ڪرڻ ۽ حال احوال وٺڻ خاطر هيڏانهن لنگهي آيس. هتي آس بہ آهي، جنهنڪري طبيعت مان سستي بہ نڪري ويندي ۽ وري سگريٽ ڇڪڻ لاءِ ساٿي بہ ملي ويندو. اڪيلي هجڻ جي صورت ۾ تماڪ ڇڪڻ صفا بي سوادو لڳندو آهي، ۽ ذرو بہ مزو ڪونہ ايندو آهي. آءٌ تہ ائين محسوس ڪندو آهيان ڄڻ ڪو ماڻهو آباديءَ کان پري، اڪيلو

مري رهيو هجي، اڪيلو به ته بي ڪيف هوندو آهي
نه! اڙي! اوهان جا سگريٽ پيسي وڃا آهن؟ هان اِهي
ڪهڙي ڪم جا؟ خير، مون وٽ تماڪ آهي، في الحال
ته انهيءَ مان ئي ڪم ڪيون، تيستائين تسوهان وارا
سگريٽ سڪي وڃن!"

هن پنهنجي خاڪي سوٽ مان هڪ پراڻي، ريشمي
ٿيلهي ڪڍي، جنهن تي هڪ پاسي هي اکر چٽا لکيل
هئا: "پنهنجي محبوب سپاهيءَ لاءِ، ليمبلسڪي
سيڪنڊري اسڪول جي هڪ شاگرد طرفان، سڪ ۽
حُب پيرهو تحفو."

هن تماڪ جي آڇ مون کي به ڪئي، ۽ اسين
ڪافي دير تائين خاموشيءَ سان گهر جو ٺهيل ڪڙو
۽ تيز تماڪ چڪيندا رهياسين. مون ڪانئس پڇڻ ٿي
گهريو ته هو ڪيڏانهن وڃي رهيو هو، ڪهڙي ڪم سانگي هي ڏکيو ۽ اڙانگو
سفر ڪري رهيو هو، پر منهنجي ڳالهائڻ کان اڳ ڏي
هن خاموشيءَ جو طلسم ٽوڙي وڌو. پڇيائين، "چا،
توهين جنگ ۾ تمام گهڻو عرصو فوج ۾ هئا؟"

"تنهنجو خيال درست آهي، دوست!"

"پهلا اڳين مورچن تي هئا يا پويان سامان جي
رسد تي؟"

"اڳين مورچن تي ...."

هڪ پيرو وري ماحول تي مات جو غلبو ٿي ويو.

ٻڪڙي قد واري ماڻهوءَ پنهنجا هٿ ڳوڏن تي ڪٽي رکيا ۽ سنڌس ڪُلها اڳيان جهڪي آيا. سنڌس اکين ڏانهن نهارڻ تي محسوس ڪيم ته اهي بي نور هيون. ڄڻ ته اکين جي چمڪ ختم ٿي چڪي هئي ۽ سنڌس اکين جي وسائل ڏيائين ۾ غم ۽ اداسيءَ جا ڪڪر ڇانئي نظر آيا. ڪجهه دير تائين هو ٻولار ۾ ڪا شيءِ ڳولهيندو رهيو ۽ پوءِ وري پنهنجي پُٽ کي دريءَ جي ڪپ پرسان رانڊ ڪندي ڏسندو رهيو. آءٌ سنڌس ڪيفيت سمجهي رهيو هوس. جنگ جي تباهه ڪارين کان ڪير واقف نه هوندو؟ آءٌ نه پاڻ به جنگ جو هڪ حصو ٿي رهي چڪو هوس. وطن جي پاڪ مٽيءَ کي دشمن جي ناپاڪ قدمن کان پاڪ ڪرڻ لاءِ روس جو ٻچو ٻچو جنگ جي ميدان ۾ ٽپي پيو هو. اڄ وطن جي سرزمين دشمن جي وجود کان پاڪ ٿي چڪي هئي، پر جنگ ۾ ڏنل قربانيون ڪنهن کان وسريون هونديون؟ ڪنهن جي سهٽي، معصوم، پياري رفيق حيات وڇڙي هئي، ته ڪنهن جو وري گهر ڌڻي گولين جو بک ٿي ويو هو، ڪنهن پيرسيءَ ماءُ جو جوان پٽ بمن جو شڪار ٿي ويو هو، ته ڪنهن جا وري ننڍڙا ننڍڙا لخت جگر کانئس جدا ٿي ويا هئا. وطن جي آبرو بچائڻ جي مقابلي برابر اهي قربانيون ڪجهه نه هيون، پر انسان کي پنهنجن پيارن جي ياد ته ضرور ستائيندي آهي! هي مضبوط، همٿ ڀريو انسان به هيئر جنگ جي

ذڪر ٿي پنهنجن عزيزن جي ياد ۾ گم ٿي ويو هو. آءٌ خاموش ويٺو ڏانهس نهاريندو رهيس ته جڏهن دل جو بار هلڪو ٿي ويس، جڏهن لڙڪن کي هي وجهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو، تڏهن پاڻهي ڳالهائڻ لڳندو. ڪجهه ساعتن کان پوءِ هُن پنهنجي ڳالهه ڇوري ۽ آءٌ ڏاڍي ڌيان سان سندس داستان ٻڌڻ لڳس.

”منهنجي شروعاتي زندگي بلڪل اهڙي هئي جهڙي ڪنهن عام ماڻهوءَ جي ٿيندي آهي، يعني سمهڻ، جاڳڻ، زندگيءَ جي گهرجن کي پوري ڪرڻ لاءِ ڪمائي ڪرڻ وغيره. اهڙو ماڻهو ته ڪونه هوس، پر رڳو اهڙي پُسي زندگي به، جنهن جو مقصد رڳو پيٽ پرڻ هو، منهنجي لاءِ آزار هئي. مون چاهيو ٿي ته آءٌ پنهنجي حياتي ڪنهن چڱيءَ ڳالهه لاءِ وقف ڪريان، پر غريب ماڻهوءَ لاءِ شايد چڱي ڳالهه پيٽ جي باهه وسائڻ ئي آهي، سو آءٌ به پنهنجي ڪنهن وڏي مقصد جي خرابي کي دفن ڪري پيٽ جو جهنم پرڻ لاءِ هٿ پير هڻندو رهيس. آءٌ ١٩٠٠ع ۾ ڄائو هوس ۽ ”فورونيز“ صوبي جو باشندو آهيان. جڏهن ملڪ ۾ گهرو ويڙهه جا شعلا ڀڙڪڻ لڳا هئا تڏهن آءٌ سرخ فوج جي حمايت ۾ وڙهيو به هوس ۽ تن ڏينهن مون کي اهو احساس ٿيو هو ته آءٌ زندگي جنهن ڳالهه لاءِ وقف ڪرڻ ٿو چاهيان، اها وطن جي حفاظت آهي!

١٩٢٢ع ۾ آءٌ ڪوبا ويو هوس، جتي جانورن واڳر

ڏينهن رات ڪم ڪيم، پر جڏهن آنسان موٽيس ته
پڻهان ماءُ پيءُ ۽ ڀينرون سڀ فوت ٿي چڪا هئا. دنيا
هاڻ منهنجي لاءِ بي معنيٰ ٿي پئي هئي ۽ آءٌ هن
هيڏي جهان ۾ صفا اڪيلو رهجي ويو هوس. نه ڪو
همدرد هو، نه غمخوار .... نه ڪو دوست هو، ۽ نه ئي
ڪو ساٿي! مٽ مائٽ به ڪو ڪونه هو، حياتيءَ جا
ڏينهن پورا ڪرڻ خاطر پهرين درزڪو ڪم ڪندو رهيس
۽ پوءِ وري هڪ ڪارخاني ۾ فٽر جو ڪم سکي، اتي
نوڪري ڪرڻ لڳس. انهن ئي ڏينهن ۾ ڪنهن ساٿيءَ
جي تاڪيد محسوس ڪيم ۽ مون شادي به ڪري
ورتي. منهنجي زال به مون وانگر هن دنيا ۾ صفا اڪيلي
هئي ۽ سندس سنڀال هڪ يتيم خاني ۾ ٿي هئي. مون
يتيم عورت جو انتخاب انهيءَ ڪري ڪيو هو، جو
سمجهيم ٿي ته هوءَ به ڏکويل هوندي ۽ کيس اڪيلائي
جي ڏک جو احساس چڱيءَ پر هوندو، جنهن ڪري
هوءَ منهنجي دل جو ۽ آءٌ هن جي دل جو خيال رکندس،
۽ اسان جي زندگي سهڻي نموني گذري ويندي. مٿان
وري منهنجي به ڪو مٽ مائٽ ڪونه هو، ۽ هو به
ته يتيم هئي- سو اسين پنهنجي سچي محبت هڪٻئي
لاءِ ئي وقف ڪري ڇڏيندا سون ۽ اهڙيءَ ريت خوش
پيا گذاريندا سون. آءٌ سچ پچ ڀاڳن وارو هوس، جو
مون کي اهڙي عورت نصيب ٿي هئي. هوءَ بااخلاق،
ٻهڪندڙ، کلڻي ۽ هر حال ۾ خوش رهڻ وارين عورتن

مان ھڪ ھئي. ھوءَ ھر وقت مون کي خوش ڪرڻ
جي ڪوشش پئي ڪندي ھئي ۽ آءٌ به ڪيس ڪڏھن
ڪو ڏک نه رسائيندو ھوس. ھوءَ سونھن ۽ سوڀيا ۾ ته
اڳري ڪانه ھئي، پر سندس اخلاق ۽ محبت جي ڪري
مون کيس دنيا جي سڀ ڪان سھڻي عورت ٿي سمجھيو.
”زندگيءَ جي گاڏي اھڙي ريت پئي ھلي. جڏھن
مھيني جي شروعات ۾ پگھار ملندو ھو ته آءٌ يارن
جي ڪچھريءَ ۾ شراب به پيئندو ھوس، پوءِ رات جو
دير سان لڏندو لمندو گھر پھچندو ھوس. ڀيا دوست ته
ٿورو شراب پيئڻ سان آلوتجي ويندا ھئا ۽ ماڻھپي مان
نڪري ويندا ھئا، پر آءٌ طاقت ۾ سڀني کان سرس
ھوس— سو جھڙو تھڙو نشو مون کي ڪجھه نه ڪندو
ھو ۽ آءٌ سنئون سڌو گھر پھچي ويندو ھوس. ڪڏھن
ڪڏھن ائين به ٿيندو ھو، جو گھڻي نشي جي ڪري
ھلي نه سگھندو ھوس، ۽ رڳو ايترو ھوش ھوندو ھوم
جو جانورن وانگر ھٿن ۽ پيرن جي مدد سان ھلندو
اچي گھر رسندو ھوس، پر انھيءَ جي باوجود منھنجي
زال ڪڏھن مون سان جھيڙو فساد نه ڪندي ھئي، نه
ڪو مون کي اگرو اکر چوندي ھئي، نه منھنجون پاڳون
کي پاراتا ڏيندي ھئي، اٽلو منھنجي اھا حالت ڏسي
ھوءَ کلي پوندي ھئي ۽ کلندي به ڏاڍي خيال سان
ھئي، ته متان آءٌ سندس کلڻ تي به ڪاوڙجي نه پوان!
ھوءَ پوءِ مون کي سھارو ڏيئي کٽ تائين پھچائيندي،

منهنجا بوٽ لاهيندي ۽ پنهنجي نرم ۽ مٺي آواز ۾ هدايت ڪندي هئي ته 'تون پٽ جي پير ۾ سمهجان، متان رات جو پٽ تي نه ڪري پوين....' پوءِ جڏهن آءٌ هنڌ تي سمهڻ لاءِ ليٽندو هوس ته سڄي دنيا منهنجي اکين اڳيان ڦرڻ لڳندي هئي، پر ان عالم ۾ به آءٌ پنهنجي زال جي آڱرين جي پياري ڇهاءَ کي محسوس ڪري سگهندو هوس ۽ هوءَ خبر نه آهي ته ڪيتري دير تائين منهنجي مٿي جي مالش ڪندي رهندي هئي ۽ دلفريب ڳالهيون پيئي ڪندي هئي. صبح جو هوءَ مون کي ڪم تي وڃڻ کان به ڪلاڪ اڳ اٿاري ڇڏيندي هئي، ۽ جيئن ته کيس خبر هئي ته آءٌ جنهن رات شراب پيئندو هوس، تنهن جي ٻئي ڏينهن صبح جو ناشتو نه ڪندو هوس، سو هوءَ مون کي ڪم تي وڃڻ کان اڳ ڪجهه بسڪوٽ يا پنير جو ٽڪرو، ووڊڪا جي گلاس سان گڏ ڏيندي هئي، جن سان شراب جو خمار به لهي ويندو هو ۽ طبيعت ۾ چستي به اچي ويندي هئي. جڏهن آءٌ ڪم تي روانو ٿيڻ وارو هوندو هوس ته هوءَ مون کي دروازي تائين ڇڏڻ ايندي هئي ۽ اتي منهنجي چپن، ۾ ٻانهون وجهي چوندي هئي، 'منهنجي سر جا سائين، اڄ شراب نه پيئندا ڪجو!' آه! سندس آواز جو مٺاج ۽ چوڻ جو دلفريب انداز مون کي شرمندو ڪري وجهندو هو ۽ آءٌ ڏوهارين وانگر ڪنڌ جهڪائيندو هوس. منهنجي اٿين ڪرڻ تي

هوءَ ڪڙهون ڪٿي، پئن تي ٻيهي مون کي پيار ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي هئي، پر جيئن ته قد ۾ مون کان ننڍڙي هئي، سو ڪيس آن ۾ منهنجي مدد جي ضرورت پوندي هئي! آءٌ سندس چپڙن ۾ دمٽ وجهي، ڪيس زمين تان مٿي ڪڻي وٺندو هوس. پوءِ سندس پيار وصول ڪرڻ لاءِ آءٌ پنهنجا سخت چپ، سندس مٺن موهيندڙ ڳلن تي ڪٿي رکندو هوس ۽ ڪيس پاڪر ۾ ڀري سيني ۾ لڳائي ڇڏيندو هوس. سندس اکيون سچيءَ محبت ۽ پيار ۾ سندس معصوم پيروس نيٺ هڪ ڏينهن مون کان اها بدعادت ڇڏائي ورتي— ۽ اها خبر پئي، هوءَ ڪيترو نه خوش ٿي هئي، ڄڻ ڪيس قارون جو خزانو هٿ اچي ويو هو! پر دوست، جي هوءَ مون کي شراب جي نشي ۾ ڏسي روز جهڳڙو ڪري ها ته شايد نيٺ ڪڪ ٿي آءٌ کيس گهر مان ڪڍي ڇڏيان ها، ۽ دنيا ۾ جيئن به هند زالون بي وقوف ٿينديون آهن، اتي اٿين ڏي ٿيندو آهي."

منهنجو اجنبي دوست ساهي پٽڻ لاءِ ماٺ ٿيو ته سوچيم ته واقعي خوش نصيب ماڻهو آهي، جنهن کي اهڙي سچي زال نصيب ٿي، جي ڪا غلط قسم جي عورت ملي ها ته ويچاري جي زندگي زهر ٿي پوي ها.

هاڻ هن وري ڳالهائڻ شروع ڪيو هو.... "ڪجهه وقت کان پوءِ اسان جي لاثاني پيار جي نشانيءَ طور قدرت اسان کي اولاد جي نعمت سان به نوازيو. پهرين

پٺت چاڙهو ۽ انهيءَ کان پوءِ به ڏيئر. هاڻ اسان جي شهر جي آبادي پنج ٿي ويئي هئي، سو آءٌ سمورو پگهار آڻي پنهنجي زال جي هٿن ۾ ڏيندو هوس ۽ شراب کي هٿ به نه لڳائيندو هوس. ها، ڪڏهن ڪڏهن موڪل واري ڏينهن يا ڪنهن خوشيءَ جي موقعي تي بيئر جا هڪ ٻه گلاس پيئندو هوس، ٻيو بس!

"۱۹۲۹ع ۾ مون ڊرائيور ٿيڻ جو خيال ڪيو، جو آءٌ لاڳيتي هڪ قسم جي زندگي گذاري ڪين سگهندو آهيان. ڊرائيوري سکڻ کان پوءِ آءٌ هڪ ٽرڪ تي ڊرائيور ٿي ويس ۽ پنهنجي انهيءَ زندگيءَ ۾ مون کي ڏاڍو لطف اچڻ لڳو، جو مال ڍوئڻ لاءِ مختلف شهرن ۾ گهڙڻ ڏانهن وڃڻو ٿي پيو، جنهنڪري منهنجو اهو احساس ختم ٿي ويو ته ڪو زندگي تلاءَ ۾ بيٺل پاڻيءَ جيان آهي، جنهن ۾ ڪا هلچل نه هوندي آهي. هاڻي ته چڻ زندگي هڪ تيز وهڪري واري درياهه وانگر ٿي پئي هئي — اڄ هيتي، سڀاڻي هتي، ته پرينهن وري ڪنهن ٻئي پاسي. آءٌ سالن ڏهه ورهيه ڊرائيوري ڪندو رهيس، جيتوڻيڪ اهو هڪ ڊگهو عرصو آهي، پر آءٌ پاڻ ٿو چئي وقت کي پر ڪيا هئا، جو اڏامي ويو. اهو عرصو منهنجي لاءِ هڪ دلفريب خواب جي حيثيت رکي ٿو.

"انهيءَ مدت ۾ مون ڏينهن رات هڪ ڪري ڪم ڪيو. چڱي چوکي رقم ڪمائي وٺندو هوس، جنهن

ماڻ اسان جو گذر ٻين جي پيٽ ۾ چڱو ڀلو ٿيندو هو،
ٽيئي ٻارڙا ڏاڍا خوش هئا ۽ جيئن ته سڀني ضرورت جي
هر شيءِ کين ملي رهي هئي، يعني ڀاڄ، ڪپڙا، ڪاڏو
وغيره، سو هر فڪر کان آجا ٿي، اسڪول ۾ تعليم
حاصل ڪري رهيا هئا. وڏو ڇوڪرو ”نتولي“ حساب
۾ ايترو ته هوشيار ثابت ٿيو، جو هڪ ڀيرو سندس
فالو ماسڪو جي اخبارن ۾ ڇپيو. آءٌ سندس قابليت ۽
هوشياريءَ جو ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيندو هوس ۽ فخر محسوس
ڪندو هوس.

”اُنهن ڏهن سالن ۾ اسان ايتري بچت به ڪري
ورتي، جو جنگ کان اڳ ٻن ڪمرن ۽ ورانڊي وارو
گهر ٺاهي ورتوسين. منهنجي زال ”اِرينا“ ٻه ٻڪريون
به ورتيون. جنهنڪري اسان کي خالص کير به ملڻ لڳو.
هاڻ اسان کي ڪنهن شيءِ جي گهرج نه هئي. پيٽ
رهڻ لاءِ گهر، پهرڻ لاءِ لباس ۽ کائڻ لاءِ اَن موجود
هجي، ته ٻيو ڇا گهرجي ... زندگي ڏاڍي آرام ۽ سک
سان بسر ٿي رهي هئي. پر اسان گهر جنهن هنڌ ٺهرايو
هو، اهو هنڌ سٺو نه هو، دراصل اسان جو گهر هوائي
جهازن ٺاهڻ واري ڪارخاني کي ويجهو هو، ۽ اها ڳالهه
منهنجي دنيا جي تباهيءَ جو سبب ثابت ٿي! ڪاش،
اسين گهر ڪنهن ٻئي هنڌ ٺهرايون ها ته اڄ آءٌ دربدر
نه هجان ها، منهنجي چيلهه ٿيڻ وقت کان اڳ ٻٽي
ڪانه ٿئي ها!

”جنگ شروع ٿي ته مون کي به گهرائي ورتائون ۽ حڪم ڏنائون ته ”گهر وارن کان موڪلائي ٻئي ڏينهن اسٽيشن تي پهچ!“ اها خبر ٻڌي اسان جي ننڍڙي ڪٽنب ۾ ڄڻ ڪهرام مچي ويو. ابرينا، انٿولي ۽ منهنجيون ٻئي ڌيئرون نيٽسنڪا ۽ اولشڪا ڏاڍيو رنيون. انٿولي جيتوڻيڪ سترهن ورهين جو هو ۽ منهنجي وڃڻ کان پوءِ گهر جي سار سنڀال جو فرض مٿس ئي لاڳو ٿيو، پر هو ٻارن وانگر سڏڪا ڀريندو ۽ روئندو رهيو. ابرينا جي به حالت ڏاڍي غير ٿي ويئي هئي. هوءَ سڄي رات منهنجي سيني ۾ منهن لڪائي روئندي رهي. آءٌ کيس دلاسا ڏيندو رهيس ۽ پيار وچان سندس اداس چهرو چمندو رهيس، پر هن کي آٿت نه آيو. ٻئي ڏينهن صبح جو جڏهن اسان جو ننڍڙو ڪٽنب اسٽيشن تي پهتو ته ابرينا جي حالت اهڙي ٿي ويئي هئي، جو آءٌ ڏانهس نهاري به نٿي سگهيس. سڄي رات جاڳڻ ۽ روئڻ جي ڪري سندس اکيون ڳاڙهيون ٿي ويون هيون ۽ سڄيل هيون، سندس چپ به سڄيل ٿي لڳا ۽ سندس جسم ڪنبي رهيو هو. سندس اکيون مان جيتوڻيڪ لڙڪ ڪري نٿي وهيا، پر انهن خالي اکين ۾ خبر نه آهي ته ڪيترا مستقبل جا غم ۽ ڏک هيڻائي کان ڏسي نظر اچي رهيا هئا. هوءَ ٻنهي ڪڇ، ڳالهائڻ جي ٻولڻ ۾ نهاري رهي هئي. سندس اهڙي حالت ڏسي منهنجي همت ۽ جذبو ٻئي لاٽ لڳا هئا. آخر ته سترهن

ورهين جو ساٿ هو، اسان ٻنهي زندگيءَ جا ڏکيا ڏينهن
گڏ گذاريا هئا، تڪليفون گڏ سٺيون هيون، هڪ ٻئي
جا ڏک ورهائي ونڊي سٺا هئاسين، زندگيءَ جون ننڍيون
ننڍيون خوشيون گڏ ڏٺيون هيونسين، ۽ اڄ جنگ جي
ڪري اسان کي ڌار ٿيڻو پيو، ۽ ڪا خبر نه هئي
ته وري ملاقات ٿيندي يا نه. ايرينا جو غم بجا هو،
پر ڪيس ڪهڙو هو ته هو مون کي مرڪندي الوداع
ڪري ها، مون کي بهادريءَ سان وطن جي حفاظت
ڪرڻ لاءِ چوي ها، منهنجي ڪاميابيءَ جي دعا ڪري
ها، پر هن کي اهڙي ڪا ڳالهه ڪانه ٿي سُجهي! ۽
هاڻ ته مٿس ٻارن جي پيءُ جي جاءِ ڀرڻ جو به فرض
اچي پيو هو، پر هوءَ عين اُن گهڙيءَ همت کان ڪم
نه ورتي، ٻارن کي دل شڪستو ڪري رهي هئي! مون
پڪي دل ڪري کيس مخاطب ڪيو ۽ چيم، 'مٺڙي
ايرينا، پنهنجو پاڻ کي سنڀال، موڪلائڻ کان اڳ مون
سان ٻه چار لفظ ڳالهائي وٺ!' پر جواب ۾ هن سڏڪا
ڀريندي چيو، 'اينڊري پيارا، هاڻ پاڻ وري ڪڏهن به
ملي نه سگهنداسين!'

"جنگ جو تصور موت برابر آهي منهنجا دوست!
ايرينا پڻ جنگ جو اهوئي مطلب ٿي سمجهيو ته جنگ
۾ شريڪ ٿيندڙ هر ماڻهو اجل جو ٻڪ ٿيو ٿو وڃي.
سندس حالت ڏسي مون کي مٿس ڪهل ٿي آئي. هوءَ
زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو بيوقوفيءَ جهڙيون ڳالهيون

ڪري رهي هئي. پر کيس شايد خبر نه هئي ته جدائي
منهنجي لاءِ به ڏاڍي تڪليف جو باعث هئي ۽ مون
کي به پنهنجن پيارن ٻارن ۽ محبت ڪندڙ زال کان
جدا ٿيندي ڏاڍو ڏک ٿي رهيو هو. پر مون کي لڙڪن
جي نه، همت افزائيءَ جي ضرورت هئي. ايترينا جي
لاڳيتو سڏڪن تي مون کي ڪاوڙ اچي وئي ۽ کڻي
کيس ٻانهو ڏيئي پاڻ کان ڌار ڪيم. جيتوڻيڪ مون
صرف کيس پاڻ کان پري ٿي ڪرڻ چاهيو، پر طاقتور
هجڻ ڪري زور ڪجهه وڌيڪ لڳي ويو ۽ ايترينا ٿي
وڪون پري زمين تي ڪري پيئي. پر ڪرڻ شرط هوءَ
اٿي، ۽ مون ڏانهن وڌي آئي. مون رڙ ڪري کيس
چيو، 'ڇا، تون مون کي ميدان جنگ تي مرڻ کان
اڳ مارڻ ٿي گهرين؟'

منهنجي ڪاوڙ ڏسي هوءَ مون کان هڪ وک
پري بيهي رهي ۽ سندس اکين ۾ لڙڪن جو سمنڊ اٿلي
پيو! هن جي اکين ۾ التجا ڏسي، مون اڳتي وڌي،
کڻي کيس ڀاڪر ۾ ڀريو ۽ زور سان سيني سان لاتم.
پوءِ چرين وانگر سندس چپن، ڳلن ۽ اکين کي چمڻ
لڳس ...."

ايتري گفتگو کان پوءِ اوچتو منهنجو اجنبي دوست
هڪ دفعو وري خاموش ٿي ويو. ساهه کڻڻ دوران سندس
نڙيءَ مان عجيب قسم جا آواز اچي رهيا هئا. اندر ۾
آنڌ مانڌ جي ڪري سندس چهرو ڳاڙهو ٿي ويو هو ۽

ماضيءَ جون آهي پيار ڀريون ساعتون سندس چهري جي رنگ مان نظر اچي رهيون هيون سو سندس اکين ۾ نهاريو، پر اتي لڙڪ ڪونہ هئا. هو عجيب اداسيءَ جي عالم ۾ سر جهڪايو ويٺو هو، سندس هٿ جيڪي سٿرن تي پيا هئا سي ڏڪي رهيا هئا ۽ سندس چپ ۽ ڪاڏي بہ ڪنبي رهيا هئا! شايد هو ماضيءَ جي يادن ۾ گم ٿي ويو هو! مون کيس آٿت ڏيڻ خاطر چيو، "ماضيءَ جي وساريل ڳالهين کي ياد ڪري پريشان ٿيڻ مان ڪهڙو فائدو، منهنجا دوست؟" پر ٿي شايد منهنجي ڳالهہ ٻڌي ئي ڪانہ. پنهنجو پاڻ سان، ۽ پنهنجي اندر جي آند ماند سان جنگ ڪرڻ کان پوءِ هو ڳالهائڻ جهڙو ٿيو ۽ چيائين، "آءٌ مرڻ گهڙيءَ تائين پنهنجو پاڻ کي معاف نہ ڪري سگهندس، جو مون پنهنجي معصوم، بي گناهہ زال کي آن آخري ملاقات ۾ ٿڪو ڏنو هو!"

هو هڪ ڀيرو وري خاموش ٿي ويو ۽ ڪافي دير تائين ماٺ ڪيو ويٺو رهيو. هن سگريٽ دکائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ڪاغذ جو ٽڪرو صحيح نموني وڙهڻ ۾ ڪامياب نہ ٿي سگهيو ۽ تماڪ سندس گوڏن تي وکري ويو. نيٺ هو هڪ سگريٽ ٺاهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو، جنهن کي دکائي، هڪ ڊگهو ڪش لڳايائين، ۽ گفتگوءَ جو سلسلو وري شروع ڪيائين.

"مون جڏهن ابرينا کي ڳراٽي پائي ورتي، تڏهن

واري واري سان ٻنهي ٻارن کي سيني سان لڳائي ڪنهن موڪلائڻ ۽ انهيءَ کي ٻاهمت ۽ بهادر ٿيڻ جي هدايت ڪئي. هاڻي گاڏي پليٽ فارم تان آهستي آهستي هلي رهي هئي، سو آءٌ ڊوڙي وڃي گاڏيءَ ۾ چڙهيس ۽ دريءَ مان پنهنجي جگر جي ٽڪرن کي ڏسڻ لڳس. هو ٻئي پنهنجي ماءُ جي اڳيان، هٿ هٿ ۾ وجهي بيٺا هئا ۽ هٿ لوڏي مون کي الوداع ڪري رهيا هئا. هو مرڪڻ جي پڻ ڪوشش ڪري رهيا هئا. انديرا ٻئي هٿ ڇاتيءَ تي رکيو بيٺي هئي، سندس چپ ۽ چهرو اهڙا ٿي ويا هئا جڻ سفيد ڪپڙو، جنهن ۾ رت جو نالو به نه هو. هوءَ چپن ٿي چپن ۾ ڪجهه پڙهي رهي هئي. سندس اکيون مون ڏانهن هيون، ۽ جسم اهڙي نموني جهڪيل هو، جڻ تيز طوفاني هوا ۾ سنئو بيهڻ جي ڪوشش ڪري رهي هجي! آءٌ سچي حواني انديرا کي انهيءَ انداز ۾ ڏسندو رهندس— هٿ ڇاتيءَ تي رکيل، سفيد چپ، اداس، لڙڪن ڀريل اکيون! خواب ۾ به آءٌ کيس اهين ڏسندو آهيان ۽ منهنجي تصور ۾ به سندس تصوير جو اهو روپ نظر ايندو آهي.... پر مون کيس ڇڪو ڇو ڏنو هو؟ آه! پنهنجي اها حرڪت اڄ به مون کي ياد ايندي آهي ته دل چير ويندي آهي....

”پوکرڻ صوبي ۾ مون کي پنهنجي يونٽ ڏانهن اماڻيو ويو، جتي منهنجي حوالي هڪ لوڊنگ ڪئي

وٺي ۽ مون کي اڳين مورچن تي موڪلي ڇڏيائون. جنگ ۾ ڇا وهيو واپريو، تنهن جو تفصيل آءٌ توهان کي ڪونه ٻڌائيندس، جو اوهين پاڻ ٻـڌي جنگ جي ميدان ۾ رهي، سڀڪجهه ڏسي چڪا آهيو. جنگ جي ميدان تي توهان کي گهر وارن طرفان تمام گهڻا خط ملندا آهن، پر توهين انهن جو جواب نه ڏيئي سگهندا آهيو. پلا جنگ جي ميدان تي، بمن جـي ڌماڪن ۽ زخمين جي رڙين وچان ڪنهن کي ٿي فرصت ملي، جو وهي خطن جا جواب ڏين! هـا، جي ٿورو ڪو وقت مليو ٿو وڃي ته خير سـک جا ٻه اکر لکي گهر وارن کي خبر ڏيئي ڇڏبي آهي. آءٌ به گهر وارن جي سڀني خطن جو ته جواب ڪونه ڏيئي سگهندو هوس، پر ڪڏهن ڪڏهن ايترو ضرور لـکي ڇڏيندو هوس ته آءٌ بلڪل خيريت سان آهيان ۽ جنگ ۾ پوري پوري حصو وٺي رهيو آهيان. جيترڻيڪ هن وقت اسين پوئتي هٽي رهيا آهيون، ته بـه جلد اسين پنهنجي سموري طاقت گڏ ڪري جرمن فوجن تي اهڙو ته زوردار حملو ڪنداسون، جو ڪين ڇٽي جو ڪير ياد اچي ويندو؟ پيو پـلا لکجي به ڇا؟ ڪو ماڻهو ڪٿي اديب به هجي ته به ڇا، هو گولين جي وسڪاري وڃان ڪو شانـدار خط لکي سگهندو؟ آءٌ وري اهڙن سپاهين مان به نه هوس، جيڪي پنهنجي زال ۽ ٻارن کي روز پيا خـط لـکندا هئا ۽ ميدان جنـگ جو نقشو چٽي اهو اطلاع به پيا

ڳين ڏيندا هئا ته ڪنهن به وقت اسين بورا ٿي سگهون ٿا! اهي ٻوڪ دراصل اهو لکي گهر وارن جون همدرديون حاصل ڪرڻ چاهيندا هئا، پر انهيءَ حقيقت کي سمجهڻ جي ڪوشش نه ٿي ڪيائون ته سندن مرڻ جو ٻڌي، يا اهڙي ڪنهن امڪان جو ٻڌي سندن ٻارن کي ڪيڏو نه ذهني دک رسي رهيو هو! ڇا رڳو جنگ جي ميدان ۾ وڙهندڙ سپاهي تڪليف ۾ هوندا آهن؟ منهنجي خيال ۾ ته پويان رهجي ويل وڌيڪ مصيبت ۾ هوندا آهن، جو ڪين پنهنجو ملڪ به هلائڻو هوندو آهي. ٻاهرين دنيا کي به اهو ڏيکارڻو هوندو آهي ته اسان جي قوم همت واري ۽ ارادي جي پڪي آهي ۽ جنگ اسان جي طاقت ۽ اسان جي ارادي کي ڇهو نه رسائي سگهندي. سو، جي اسين اهڙن ماڻهن کي خط لکي، اجاين خفقانن ۾ مبتلا ڪري ڇڏينداسون ته پوءِ ملڪ ڪيئن هلندو؟ سپاهيءَ کي هر حال ۾ خوش رهڻ کپي، ڪين انهيءَ ڳالهه تي فخر ڪرڻ گهرجي ته سندس زندگي ملڪ ۽ قوم جي حفاظت لاءِ ڪم اچي رهي آهي. پنهنجي گهر وارن کي پريشان ڪرڻ مان ڇا حاصل. باقي جيڪڏهن ڪو سپاهي موت کان ڊڄي ٿو، ميدان جنگ ۾ خوش نٿو رهي سگهي، ته کيس زنانو لباس ڍڪي، چوڙيون پائي گهر ۾ ويهي رهڻ گهرجي ۽ ٻڪريون ڌڻ يا ٻارن کي پرچائڻ جو ڪم شروع ڪرڻ گهرجي. اهڙن ماڻهن جي ميدان جنگ ۾ ڪا

ضرورت ڪانہ ھوندي آھي.

”آءٌ ڀيرئين سال دوران ٻہ ڀيرا زخمي ٿيس، پر زخم معمولي ھئا. ٻنھي ڀيرن منھنجي ٻانھن ۾ گولي لڳي ھئي ۽ ٽيون ڀيرو بم جو ٽڪرو اڳئين ٽنگ ۾ لڳو ھوم. جرمن فوجين منھنجي ٽرڪ کي چئني پاسن کان گھيري ورتو ھو، پر منھنجا پاڳ زور ھئا. آءٌ سندن گھيري مان آن ڀيري ٻچي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو ھوس.

”مئي ١٩٤٢ع ۾ ’زوروفينڪي‘ جي محاذ تي آءٌ جھاجي پيس. اھو وقت ڏاڍو خراب ھو. حالتون اسان جي وس ۾ نہ رھيون ھيون. جرمن سپاھي ميدان تي حاوي ھئا. ھو پوريءَ قوت سان حملو ڪري رھيا ھئا ۽ اسان جي توپخاني جو بارود ختم ٿي رھيو ھو. حالتون اھڙيون ھيون جو اسان کي آڻيءَ ھند تان پوئتي ھٽڻ جي ڪوشش پئي ڪرڻي پئي جو جرمن سپاھي تڪڙيندا اسان ڏانھن وڌي رھيا ھئا. اسين ٽن طرفن کان گھيري ۾ ھئاسين ۽ ساڄي، کاٻي ۽ سامھون رخ کان اسان تي توپن، مشين گنن ۽ ٽينڪن وسايل گوليبازي اھڙي سخت ھئي، جو اسان جو ڪو سپاھي جيئرو نہ رھي سگھي ھا! اھا صورتحال اسان سڀني جي ذھن ۾ بلڪل واضح ھئي ۽ اسين ڪابہ قرباني ڏيڻ لاءِ بلڪل تيار ھئاسين.

”اينبري اسڪوڪوف! ڇا تون وڃڻ لاءِ تيار

آهيو؟" اسان جي ڪمپني ڪمانڊر مون کان سوال پڇيو، ڄڻ ڪي اهو سوال نه پڇڻ گهرندو هو! ڇا، آءٌ اهڙو بي غيرت ۽ بزدل هوس، جو پنهنجن هموطن سپاهين کي ائين مرندو ڏسان ۽ وقت پوڻ تي پنهنجي جان جي فڪر ڪريان!

"مون جوش وچان کيس جواب ڏنو..... آءٌ اڪيلي ويندس!"

"هن چيو ته 'شاباس، همت ڪر ۽ جلدي وڃ!"

"مون پنهنجي ٽرڪ چالو ڪئي، زندگيءَ ۾ اڪيلي ڪڏهن مون اهڙيءَ رفتار سان ٽرڪ نه هلائي هئي! صورتحال اهڙي هئي، جو مون کي نهايت تيز رفتاريءَ ۽ انتهائي خبرداريءَ سان گاڏي هلائڻي هئي، جو منجهس ڪي ڦاٽا يا گوگڙو نه پر بم ۽ گولا بارود لڏيل هو ۽ آهو مون کي پنهنجن ساٿين تائين به پهچائڻو هو. سندن زندگيءَ ۽ موت جو گهڻو دارومدار منهنجي پهچڻ يا نه پهچڻ تي هو، روڊ جي ٻنهي ڪنارن تي دشمن جا گولا ڪري رهيا هئا ۽ آءٌ هر خطري کان بي نياز ٿي اڪيلي وڌي رهيو هوس. چار ميل روڊ تي هلڻ کان پوءِ مون کي رستو ڇڏي ماٿريءَ طرف مڙڻو هو، جو انهيءَ طرف اسان جو توبخانو هو. آءٌ ڪاميابيءَ سان منزل کي ويجهو اچي پهتس، ته اهو ڏسي وائڙو ٿي ويس ته اسان جا سپاهي پنهنجا مورچا ڇڏي پوئتي اچي رهيا هئا ۽ چئني طرفن کان مٿن بمن ۽ گولين جو

وڪارو ٿي رهيو هو. اها صورتحال منهنجي لاءِ پريشانيءَ
جو سبب ٿي پيئي. پهرين، هاڻي آءٌ چا ٿي ڪري
سگهيسا واپسيءَ جي رستي تي به سلامتي نہ هئي ۽
اڳيان وڌڻ به ناممڪن هو. اڃا آءٌ انهيءَ پڌر ۾ هوس
تہ ڪا شيءِ منهنجي مٿي ۾ اچي لڳي ۽ آءٌ بيهوش
ٿي ويس. بيهوشيءَ جو عرصو ڪيترو هو، ۽ آءٌ جيئرو
ڪيئن بچي ويس، تنهن جي مون کي ڪا خبر نہ آهي.
پر جڏهن منهنجون اکيون کليون، ۽ ڪجهہ هوش آيم،
تہ منهنجو مٿو سور کان ڦاٽي رهيو هو. جسم تمام گهڻو
گرم هوم ۽ هر عضوو ڪم ڏنو ٿي! منهنجي کاٻيءَ
ٻانهن کي چڱو سگهر وڌي، لوڻ مرچ ٻُرڪي رهيو هو.
اٿڻ جي ڪوشش ڪيم، پر ناڪام ٿيس. نيٺ ڪافي
دير کان پوءِ ۽ وري وري ڪوشش ڪرڻ کان پوءِ
اٿي ويٺس، پر پوءِ بہ مون کي اها خبر نہ پئجي سگهي
هئي تہ آءٌ ڪٿي هوس ۽ منهنجي بيهوشيءَ واري وقت
۾ ڇا ڇا ٿي چڪو هو. بيهڻ ۾ مون کي ڏاڍي تڪليف
ٿي رهي هئي، پر وري زمين تي ليٽڻ جي خيال کان
ڏي ڪنبيو ٿي ويس، جو مون کي پڪ هئي تہ ليٽڻ
کانپوءِ وري ڪڏهن بہ اٿي نہ سگهندس. بهرحال آءٌ
انهيءَ هنڌ تي ويٺو رهيس ۽ پنهنجي همت کي جاڳائي
سور کي پيئڻ جي ڪوشش ڪندو رهيس. جڏهن
حالت ڪجهہ ٺيڪ ٿيم، تڏهن پنهنجي چوڌاري نهاريم:
حالتون وڌيڪ خراب نظر آيم. مون واري ٽرڪ تباهہ

ٽپي چڪي هئي ۽ بارود جا ڪوڪا روڊ تي وڪريا پيا
هئا، ۽ لڙائيءَ جو محاذ اڳتي سُري چڪو هو ۽ آءٌ
پوئتي رهجي ويو هوس ۽ اُتي آءٌ هاڻي دشمن جي
علائقي ۾ اچي ويو هوس! توهان کي اهو پڻ ٻڌايان
ته پاڻ کي دشمن جي علائقي ۾ موجود ڏسي منهنجون
واڳون بتال ٿي ويون. موت انسان کي هڪ دفعو اچڻو
آهي، اهو ايذاءُ هڪ ٻي دفعي برداشت ڪري سگهجي
ٿو، پر نازي جرمنيءَ وارا جنگي قيدين سان جيڪو
سلوڪ ڪندا آهن، تنهن جو احوال ٻڌي ڏسي ماڻهوءَ
جا روڱٽا ڪانڊارجي ٿي وڃن. هو بار بار ماريندا ۽
جيئاريندا آهن، ۽ سندن ايذائن جو احساس انهيءَ ماڻهوءَ
کي ٿي سگهي ٿو، جيڪو پاڻ سندن قيد ۾ رهي آيو
هجي. ۽ هاڻ آءٌ جرمنيءَ جو قيدي هوس! اهو معلوم
ڪري ته آءٌ قيدي هوس، انيئي زمين تي ليٽي پيس،
جو هاڻ مون کي وري اٿڻ جو ڪو چاهه دل ۾ نه
هو. اڃا پل ساعت مس لنگهي هئي، جو چار جرمن
ٽينڪ، تيز رفتاريءَ سان منهنجي پر مان لنگهي ويا.
انهن کان پوءِ وري ٽوٻون لنگهيون ۽ تهان پوءِ پيادي
فوج. فوجي گهڻا ڪونه هئا، هڪ ڪمپنيءَ جي لڳ ڀڳ
هئا. هنن مون کي ڪونه ڏٺو هو ۽ ڊوڙندا انهيءَ
طرف وڃي رهيا هئا جتان آءٌ آيو هوس. سندن وڃڻ
کان پوءِ مون پنهنجو منهن زمين ۾ هٿي لڪائي ڇڏيو.
مون کي پنهنجي زخمي ٽنگ جي ڪا پرواهه نه هئي،

پر جرمن سپاهين جو اکيان وڌڻ، مون کي بي موت
ماري رهيو هو. ڪجهه دير کان پوءِ منهن ورائي وري
جائزو ورتم ته پاڻ کان ڪي سؤ وال پري ڇهن جرمن
سپاهين کي ڏٺم، جن جي هٿن ۾ هلڪيون مشين گنون
هيون، هو خاموشيءَ پر تيز رفتاريءَ سان مون ڏانهن
اچي رهيا هئا. موت کي پنهنجي ايترو ويجهو ڏسي،
آءٌ اٿي ويٺس ۽ پوءِ اطمينان سان سينو تاڻي بيهي
رهيس، جو مون سيني تي گولي جهلي مرڻ ٿي چاهيو
هڪ جرمن مون کان چند وکون پري بيهي رهيو ۽
مشين گن ڪلهي تي رکي منهنجو نشان چٽڻ لڳو.
”سچ پڇو ته انهيءَ وقت مون پنهنجي ليکي اها
عجيب ڳالهه نوٽ ڪئي هئي ته مون کي ڪو ڀپ
ڀاءُ نه پئي محسوس ٿيو، نه ڪنهن قسم جو افسوس
هوم، نه ڪو ڏک، بس اهو ئي خيال منهنجي ذهن ۾
هو ته آءٌ وطن خاطر پنهنجي جان قربان ڪري رهيو
آهيان. آءٌ جرمن سپاهيءَ جي اکين ۾ اکيون وجهي
نهاري رهيو هوس ته ڪڏهن ٿو گولي هلائي. اهو
سپاهي نوجوان هو، نازڪ به لڳو ٿي پر سندس چهري
جي تاثر پڙهڻ سان معلوم ٿيو ٿي ته، هُن به سڄي
دنيا تي حڪومت ڪرڻ جو خواب ڏٺو هو ۽ پنهنجي
رستي ۾ ايندڙ هر رڪاوٽ کي ختم ڪرڻ جو عزم
ڪيو هو. مون کي پڪ هئي ته هو مون تي گولي
هلائڻ وقت اهو بلڪل نه سوچيندو ته هي ڪنهن معصوم

جو ٻيءُ هوندو، هن جا ٻه ڪي ماءُ ٻيءُ هوندا. اهڙيون ڳالهيون ته جنگ جي ميدان ۾ سوچڻ گناهه آهن، ڇو جو جيڪو جنگ جي اڳرائي ڪندو آهي، تنهن جي ذهن ۾ اهڙي ڪا ڳالهه نه هوندي آهي ته ڪو جنگ سان ٻار يتيم ٿا ٿين، عورتون بيواهه ٿيون ٿين، مائٽن جا جگر ٽڪرا ٽڪرا ٿا ٿين، ۽ جنهن جي خلاف اڳرائي ٿئي ٿي تنهن کي وري ملڪ جي بچاءَ خاطر، دشمن سان ڪا رعايت نه ڪرڻ کپي، جو ڪنهن ٻار جو يتيم ٿيڻ يا عورت جو بيواهه ٿيڻ وطن جي مقدس سرزمين کان وڌيڪ اهم نه هوندو آهي! جرمنيءَ اڳرائي ڪئي هئي، انهن کي وجهه هٿ آيو هو، سو هو ڪيئن مون کي زنده ڇڏين ها؟ ۽ جي مون کي وجهه ملي ها ته آءٌ به شايد کين بخش نه ڪريان ها. پر ان نوجوان گولي نه هلائي ڇو جو ساڻس گڏ جيڪي ٻيا سپاهي هئا تن مان ڪو شايد ننڍو آفيسر به هو، تنهن رڙ ڪري کيس ڪجهه چيو ۽ ڌڪي کيس پري ڪيائين، ۽ پوءِ منهنجي سامهون بيهي پنهنجي ٻوليءَ ۾ خبر نه آهي ته ڇا چوندو رهيو ڳالهائڻ دوران هو منهنجي زخمي ٻانهن ڏانهن به نهاريندو رهيو ۽ پوءِ اوله طرف اشارو ڪري ڪجهه چيائين. مون سمجهيو ته هو مون کي اوله طرف وڃڻ جو چئي رهيو آهي.

"اهو نوجوان جنهن مون کي مارڻ ٿي چاهيو، سو

منهنجن نون آرمي بوٽن ڏي لالچي نظرن سان ڏسي رهيو هو. سنڌس آفيسر جي گفتگو ختم ٿي، ته هن مون کي بوٽ لاهڻ جو اشارو ڪيو. مون بوٽ لاهي کيس ڏنا، ۽ جوراب پڻ کيس پيش ڪيم، جنهن تي سندس سائي ٽهڪ ڏئي کلڻ لڳا ۽ هن ڪاوڙجي وري مشين گن ڪڍي مون تي سڌي ڪئي، پر سندس آفيسر کيس ٽڪو ڏئي اڳتي هلڻ لاءِ چيو. هو روڊ ڇڏيون پهتا، تنهن وچ ۾ هن نوجوان تي چار گهمرا موڙي مون ڏانهن نهاريو، ڄڻ کيس مون سان ڪا ذاتي دشمني هئي يا ڪو مون سندس بوٽ ڦريا هئا.

”انهن جي وڃڻ کان پوءِ آءٌ به روڊ تي هلڻ لڳس، ڪمزوريءَ جي ڪري تکو نٿي هلي سگهيس، سو موٽيو منهو مول في، ڪلاڪ جي رفتار سان اڳتي وڌي رهيو هوس ۽ نڪ جي سڌ ۾ به نٿي هلي سگهيس جو پنهنجي ٽوڙنڌڙ پيرن کي پنهنجي وس نٿي رکي سگهيس. سڌ پڌ تي مون کي پنهنجي بٽالين جا ڪجهه سپاهي ڏسڻ ۾ آيا جيڪي ڏهه جرمن سپاهين جي نظرداريءَ ۾ اڳيان وڃي رهيا هئا. جرمن سپاهيءَ مون کي ڏسي بنا ڪجهه چوڻ جي رائفل جو ڪنداڪ منهنجي مٿي ۾ وهائي ڪڍيو. جي آءٌ ان ڌڪ لڳڻ سان ڪري پوان ها ته جرمن سپاهين کي هڪ شغل هٿ اچي وڃي ها ۽ هو مون کي وري وري ڪنداڪ هڻن ها، پر منهنجي ساٿين ڪرڻ کان اڳ، مون کي

سنڀالي ورتو ۽ پنهنجي وچ ۾ ڪري ورتائون. هو موت
کي ٻانهن کان پڪڙيو ساڳئي نموني اڳتي وڌندا رهيا
۽ سمجهائن هڪ مون کي چيو، 'خدا جي واسطي
همت ڪر، پنهنجي ٽنگن تي ڪنٽرول ڪر ۽ هلڻ جي
ڪوشش ڪر! جيستائين بدن ۾ ٿوري به طاقت اٿئي،
هلندو رهه. نه ته هي ظالم توکي پورو ڪري ڇڏيندا!'
جيتوڻيڪ آءٌ بنهه ڪمزور ٿي چڪو هوس، پر تنهن
هوندي به هلندو رهيس. جڏهن سج پنهنجو سفر پورو
ڪري اولهه ۾ غائب ٿي ويو ته اسان جي نگراني
ڪندڙن جي تعداد ۾ اضافو ڪيو ويو. ويهه ٻيا سپاهي
جن وٽ هلڪيون مشين گنون ۽ اسٽين گنون هيون،
تن کي ٻهرين سپاهين سان شامل ڪيو ويو. انهن سڀني
گڏجي اسان کي تڪڙو هڪلڻ شروع ڪيو، ۽ جيڪي
زخمي ٿڪا نه ٿي هلي سگهيا تن کي ٻين کان ڌار
ڪري، هڪ صف ۾ بيهاري، گولين سان ختم ڪري
ڇڏيائون. ٻن بيوقوفن بنا سوچڻ سمجهڻ جي ڀڄڻ جي
ڪوشش ڪئي، پر کين شايد اها خبر نه هئي ته
چانڊوڪيءَ رات ۾ انسان هڪ ميل کان ڏسڻ ۾ پيو
ايندو آهي، مٿان وري ميدان به سنئون سڌو هو، جرمن
سپاهين جلد ئي کين پڪڙي ورتو پر ايتري مهرباني
ڪيائون جو کين عذاب ڪونه ڏنائون، رڳو گوليون
هڻي کين ماري ڇڏيائون. اڌ رات مهل اسان جو 'قافلو'
هڪ ڳوٺڙي ۾ پهتو، جيڪو بمباريءَ ڪري ذري گهٽ

سڄو تباهه ٿي چڪو هو، پر هڪ چرچ جي عمارت اڃا
۾ صحيح سلامت هئي ۽ جرمن فوجين اسان کي انهيءَ
عمارت ۾ ڏکي ٻاهران بند ڪري ڇڏيو. اندرو بہ
شڪر جو ڪجهه دير ساهه کڻڻ لاءِ تہ مليو! نہ تہ هوند
هلندي هلندي، ٿڪجي ڪري مرون ها. انهيءَ چرچ ۾
اسان کي باقي رات جو رهيل حصو گذارڻو هو. ۽
اگهاڙي فرش تي سمهڻو هو. هيٺ نہ تہ گاهه هو ۽
نہ ئي وري ڪنهن وٽ اوورڪوٽ هو، جو زمين تي
وڇائجي ها. قيدين جو وڏو حصو تہ عام فوجين جو هو،
پر هونئن بہ جيئن تہ هيٺي پنهنجا ڪوٽ لاهي ڇڏيا
هئا انهيءَ ڪري منهن عهدي متعلق ڪا خبر نہ ٿي
پئي سگهي. جڏهن اسان کي چرچ ۾ ڏکيو ويو هو
تہ اسان سوچيو هو تہ ڪجهه دير آرام ڪري سگهنداسون،
پر قدرت کي شايد اهو منظور ڪونہ هو. سڄي رات
زوردار مينهن وسندو رهيو، ۽ جيئن تہ چرچ جي ڇت
جو هڪ پاسو بمباريءَ سبب ڪري ڇڪو هو ۽ باقي
حصو بمن جي ذرڻ ۽ گولين لڳڻ ڪري پرڻ ٿيو پيو
هو. مينهن جو پاڻي سڄي جو سڄو اندر اچي رهيو هو،
۽ سمهڻ تہ پري رهيو، اسان کي ويهڻ لاءِ بہ ڪا
مشڪل جاءِ نہ ملي سگهي ۽ اهين سڄي رات سوڙهه
سڪوڙهه ۾، هڪ ڪنڊ ۾ ڇهڳٽو ٿيا پيا رهياسون.

”رات جا بہ پهر لنگهي چڪا هئا، مينهن وسي
رهيو هو ۽ چرچ ۾ بلڪل خاموشي هئي، ننڊ منهنجي

اکين مان غائب هئي ۽ آءٌ جنگ متعلق ۽ پنهنجن زخمن
متعلق سوچي رهيو هوس، ته اوچتو مون محسوس ڪيو
ته منهنجي پير ۾ ويٺل هڪ سپاهي روئي رهيو آهي. آءٌ
ڏاڍو حيران ٿيس ته جنگ جي ميدان ۾ ڪو سپاهي
ڳوڙها ڪيئن ٿو ڳاڙي سگهي، پر پڇا ڪرڻ تي خبر
پئي ته معاملو اهو نه هو، جيڪو آءٌ سوچي رهيو هوس.
هن سپاهيءَ کي دراصل جهنگ وڃڻ جي حاجت محسوس
ٿي رهي هئي ۽ هاڻ معاملو سندس برداشت کان ٿي
چڪو هو. جيئن ته اسين قيد هئاسون ۽ ٻاهر نڪرڻ
جو سوال ئي نٿي پيدا ٿيو، تنهنڪري جنهن به قيديءَ
کي ضرورت محسوس ٿي ٿي، انهيءَ چرچ جي عمارت
جي هڪ ڪنڊ ۾ پنهنجي پيٽ جو بار هلڪو ڪري
ٿي ورتو سو مون به پنهنجي ساٿيءَ کي اهائي صلاح
ڏني ته روئڻ مان ڪي ڪين ورندو ۽ شرم حيا جي
مسئلي کي ڇڏي هو پنهنجي حاجت پوري ڪري وٺي.
پر اهو ٻڌي آءٌ اچرج ۾ پئجي ويس ته، اهو سپاهي
عيسائي هو ۽ چرچ سندس خدا جو گهر، تنهن کي
ڪيئن پليد ڪري!! مون کيس سمجهائڻ جي ڏاڍي
ڪوشش ڪئي، پر همراهه پڪو مذهبي ماڻهو هو ۽
صفا نابري واري بيٺو. آءٌ ماٺ ٿي ويس ۽ هن سپاهيءَ
مجبور ٿي زور زور سان دروازو کڙڪائڻ شروع ڪيو،
۽ ٻاهي جرمن فوجين کي گارين ڏيڻ لڳو، جنهن تي
چوڪيدارن دروازو کوليو ۽ ٿس مشين گن سان فائر

ڪري ڏنائون، جنهن ڪري هو پاڻ ۽ ٻيا ٽي ڄڻا ٻه
مري ويا. اسان ڇهني سپاهين جي لاشن کي هڪ ڪئمپ
۾ ليڙائي ڇڏيو، ۽ ڪيترئي ڏينهن تائين مٿان ڪين ويا
رهيا هئين. ڪجهه دير کان پوءِ جڏهن موت جي ٻـره
اسان جي دماغن مان نڪتي، تڏهن وري سپاهين
ڳالهائڻ شروع ڪيو، هڪ ٻئي کان نالو ۽ ائڊريسون
۽ گرفتار ٿيڻ وارا واقعا پڇڻ لڳا. هر ڪوئي پنهنجي
ڪمپنيءَ جي سپاهيءَ کي پئي تلاش ڪيو ۽ ڪيس
پنهنجي ويجهو اچڻ لاءِ پئي چيائين. ٿوري ئي دير ۾
سڀ قيدي ٻن ٻن، ٽن ٽن جي ٽولين ۾ ورهائجي ويا.
اُتي جتي وڌيڪ هوس اٿي ته پڻ قيدي پاڻ ۾ ڳالهائي
رهيا هئا. انهن مان هڪ ٻئي کي پئي رهيو هو،
'پلاٽون ڪمانڊر ڪامريڊ! جي صبح جو هو اسان کي
ٻاهر ڪڍي قطارن ۾ ٻهاري، اهو پڇن ته اوهان مان
آفيسر ڪهڙا، ڪميونسٽ ۽ يهودي ڪهڙا آهن، ته
اوهان کي سچ کان ڪم وٺڻو پوندو. ڪوڙ ڳالهائڻ
يا مٿان ڪري ٻيهڻ اوهان کي نه ڦٻي سگهندو، ڇو
جو مون کي خبر آهي ته اوهين آفيسر به آهيو ۽
ڪٽر ڪميونسٽ پڻ. جي هنن مون کان پڇيو ته آءٌ
ته جهٽ اوهان ڏانهن اشارو ڪري ڇڏيندس. ڀلا آءٌ
ڇو ڪنهن ٻئي کي لڪائڻ خاطر عذاب برداشت
ڪريان؟ اوهان مون کي به ته هميشه پارٽي ۾ شامل
ٿيڻ لاءِ چوندا رهيا آهيو، اڄ اوهان کي ڪميونسٽ

هجڻ جو مزو چکڻو پوندو!'

"اها ڳالهه ٻڌي ٻئي قيديءَ وراڻيو، 'ڪرزنوف،
تو مان وفا جي اميد مون کي ڪڏهن به ڪانه هئي،
پارٽيءَ ۾ شامل ٿيڻ کان انڪار جو ضرور ڪو سبب
هوندو آهي ۽ انهيءَ مان آءٌ سمجهندو هوس ته تون
ڪڏهين وفادار نه ثابت ٿيندين، پر مون کي اها خبر
نه هئي ته ڪو تون ملڪ ۽ قوم جو غدار پڻ آهين!
تو پارٽيءَ ۾ نه شامل ٿيڻ لاءِ اهو بهانو ٿي پيش ڪيو
ته تون اڻ پڙهيل آهين، جڏهن ته تون پڙهڻ ۽ لکڻ
ڄاڻين ٿو!'

"پهرئين ماڻهوءَ چيو، 'ٺيڪ آهي آءٌ پڙهيل ڳڙهيل
آهيان، پوءِ تون مون کي ڇا ڪندين؟'

"ڪجهه دير ڏئين ٻئي ماٺ ڪيو ويٺا رهيا، پوءِ
پلاٽون ڪمانڊر چيو، 'ڪامريڊ ڪرزنوف' مهرباني
ڪري مون کي دشمن جي گولين ۾ وڃڻ کان بچائجان!'

"هو ماڻهو کلڻ لڳو ۽ ٺوڪ واري انداز ۾ چوڻ
لڳو، 'تنهنجا ڪامريڊ تمام گهڻو پوئتي رهجي ويا آهن
۽ پنهنجي حياتي بچائڻ لاءِ پيا جدوجهد ڪن! آءٌ
ڪامريڊ نه آهيان، ٻڌه! گهڻي ڳالهائڻ ۽ منٿون ڪرڻ
جي به ڪا ضرورت نه آهي. بس رڳو هي پڇڻ سهي،
آءٌ يڪدم تنهنجو راز پڌرو ڪري ڇڏيندس.'

"اهڙيءَ گفتگو ڪرڻ کان پوءِ پلاٽون ڪمانڊر
به وڌيڪ ڪرنه ڪڇيو، پر مون جو هن ڪميڻي انسان

ڪرزنوف جي گفتگو ٻڌي هئي، سو منهنجو سڄو
جسم ڪاوڙ سان ڏڪي رهيو هو، مون کي عجب
ٿيو ته اسان جي صفن ۾ اهڙا ذليل ۽ غدار انسان موجود
هئا، ۽ پڪو په ڪيم ته هن نانگ کي ڏنگڻ کان
اڳ، چرچ ۾ ئي پورو ڪري ڇڏيندس. جڏهن ڇڻو
صبح ٿيو ۽ سڀ جا ڪرڻا چرچ ۾ گهڙي آيا، تڏهن
مون ڏٺو ته منهنجي پرسان هڪ ٿلهو ماڻهو پنهنجا
هٿ مٿي هيٺ، ڏيو، پٺ پر سٽو پيو هو، ۽ سندس
پرسان هڪ نوجوان جنهن کي رڳو قميص پاتل هئي
مونن ۾ منهن هنيو ويٺو هو. سندس چهرو سفيد ٿي
ويو هو ۽ يقيناً جرمن سپاهين جي ڪميونسٽ دشمنيءَ
متعلق سوچي رهيو هو. مون سوچيو ته هي نوجوان،
ان ٿلهي متاري گيندي جهڙي غدار جو مقابلو بهه
نه ڪري سگهندو ۽ مون کي اڪيلي سر اهو ڪم
ڪرڻو پوندو.

"مون نوجوان جي ٻانهن لوڏي ڪانئس پڇيو، 'ڇا
پلاٽون ڪمانڊر آهين؟' هن زبان سان جواب نه ڏنو پر
ڪنڌ لوڏي هاڪار ڪيائين. تڏهن وري ڪانئس پڇيم،
'ڇا هيءَ غدار توکي دشمن جي حوالي ٿو ڪرڻ
چاهي؟' هن وري هاڪار ڪئي، تڏهن مون وري کيس
چيو، 'چڱو پلا، ته تون ذليل جون ٽنگون قابو ڪري
جهل، متان اسان کان ڇڏائي نه وڃي.' ۽ پوءِ پاڻ
ڏب ڏيئي سندس سيني تي چڙهي ويٺس ۽ پنهنجي

جسم جي پوريءَ طاقت سان ان کي گهٽو ڏيڻ لڳس.
غدار ڪرزنوف کي رڙيون ڪرڻ جو به وجهه نه ملي
سگهيو ۽ هو پنجن سيڪنڊن اندر ختم ٿي ويو. سندس زبان
وات سان ٻاهر نڪري آئي هئي، ۽ اکيون به ڏيڍن
سان ٻاهر نڪري آيون هيون. سندس اکين مان حيرت
بکي رهي هئي، ڄڻ هو مون کان پڇندو هجي ته
تنهنجي مون سان ڪهڙي دشمني هئي! مون سندس
منهن تي ٿڪيو ۽ دل ئي دل ۾ خوش ٿيس ته سرزمين
روس خلاف غداري ڪندڙ هڪ ڪميڻو انسان پنهنجي
ذليل مقصد جي حصول کان اڳ ئي جهنم داخل ٿي
چڪو هو ۽ سندس موت منهنجي هٿان ٿيو هو. آهو
منهنجي زندگيءَ جو پهريون موقعو هو جو مون ڪنهن
انسان کي ماريو هو، ۽ ماڻهو به ڪير؟ پنهنجو ئي
ساٿي! سو غير يا دشمن نه! پر ڇا هو اسان جو
ساٿي هو؟ نه، هو ته جرمن فوجين کان به وڌو دشمن
هو، اهڙو نانگ جنهن کي اسين پاڻ سانڍيندا رهيا هئاسين.
مون کي ان قتل ڪرڻ تي ڪو ڏک نه ٿيو، اٽلو
خوشي ٿيم ته هڪ غدار کي سندس انجام تائين پهچايو
اٿم. ڪرزنوف کي ماري مون پلاٽون ڪمانڊر کي
چيو، 'اڄ ته پيءُ ڪنهن ڪنڊ ۾ هلون، هن بي غيرت
پرسان وڃڻ به نه گهرجي!'

"صبح جو جڏهن ڪرزنوف چيو هو تڏهن ئي ٿيو.
اسان کي چرچ مان ٻاهر ڪڍي قطارن ۾ بيهاريو ويو.

اسان جي سامهون جرمن سپاهي مشين گنون کنيو بيٺا
هئا. ڪجهه دير کان پوءِ ٻه نازي آفيسر آيا ۽ اسان
مان خطرناڪ قيدين متعلق پڇا ڳاڇا ڪرڻ لڳا! انهن
اسان کان ڪميونسٽ ۽ يهودي قيدين متعلق پڇيو،
پر اسان کين ڪو جواب نه ڏنو. پر اسان مان سڀ
قيدي گهڻو ڪري ڪميونسٽ هئا. جڏهن اسان کين
ڪو جواب نه ڏنو تڏهن هنن پنهنجي مرضيءَ سان ٻه
ٽيهه قيدين مان چار ساٿهو ڪڍيا جن مان هڪ يهودي
هو ۽ ٽي ڪميونسٽ. اهي ٽي روسي دراصل انهيءَ
شڪ جي بنياد تي ڪڍيا ويا هئا، جو هو پنهنجن ڪارن
گهنڊيدار وارن ڪري يهودي لڳي رهيا هئا. نازي آفيسرن
کانئن پڇيو ته سچي ته ڇا اوهين يهودي آهيو؟ هنن
رڙيون ڪري کين ٻڌايو ته هو يهودي هئا، پر نازي
آفيسر سندن رڙين تي ڪو ڌيان نه ڏنو ۽ پنهنجن
بندوقچين کي حڪم ڏنائين ته چئني قيدين کي شوٽ
ڪيو وڃي. پوءِ انهن چئني لاشن کي اتي ئي کليل
آسمان هيٺ ڇڏي، اسان کي اڳتي وڌڻ جو حڪم
ڏنو ويو. پلاٽون ڪمانڊر، جنهن جي جان بچائڻ خاطر
مون ڪرزنوف کي ماريو هو، سو 'پوزنان' تائين مون
سان گڏ هلندو رهيو. رستي ۾ هو پل پل منهنجي
مهرباني مڃي رهيو هو ۽ منهنجي همٿ کي گرم جوشيءَ
سان ديائي پنهنجي احسانمنديءَ جو اظهار ڪري رهيو
هو. پر مون کيس چئي ڇڏيو ته مون ڪو مٿس احسان

ڪونه ڪيو هو، اهو منهنجو فرض هو جيڪو مون پورو ڪيو هو. پوزنان پهچي، اسين هڪبئي کان ڌار ٿي وياسين.

”دشمن جي قيد ۾ رهڻ ڪير پسند ڪندو آهي؟ مون به پڇي وڃڻ ٿي چاهيو، پر گڏوگڏ اهڙائيءَ کان ڪم نٿي وٺڻ چاهيم. آءٌ انتظار ۾ هوس ته ڪڏهن ڪو مناسب وجهه ملم! پوزنان ڏانهن اهڙو ڪو موقعو نه ملي سگهيو، پر پوزنان ڪيمپ ۾ اهڙي صورتحال پيدا ٿي پئي، جو آءٌ پنهنجي ويچارن تي عمل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويس، دراصل پوزنان پهچڻ تائين اسان جا ڪيترا ساٿي بيچش ۾ اڻهين وڳهي لاڏاڻو ڪري ويا ۽ جرمن سپاهين رحم کان ڪم وٺندي، اسان کي ڀرپاسي واري جهنگ ۾ پنهنجن ساٿين جي جنازن کي دفن ڪرڻ جي اجازت ڏني هئي. مئل سپاهين کي دفنائڻ لاءِ قبرون کوٽڻ جو ڪم اسان کي پاڻ ڪرڻو هو، سو جرمن سپاهي پنهنجن ٽن ساٿين کي اسان جي نگرانيءَ لاءِ ڇڏي پاڻ ٿورو پرڀرو ڪچهريءَ ۾ لڳي ويا. مون قبر کوٽيندي جائزو ورتو ته ڏٺم ته اسان جا ٽي محافظ بي خبر ڪچهري ڪندي رهيا هئا، ۽ ٽيون ڪجهه پريان آس ۾ جهوٽا کائي رهيو هو. اهو ڏسي مون بيلچو ڪنهن هڪ طرف رکيو ۽ پسر واري رڻ پريان لڪي ويس. جڏهن ڏٺم ته هنن مون کي لڪندي نه ڏٺو آهي، تڏهن اوير طرف منهن ڪري وٺي ڀڳس.

منهنجي ڀڄڻ جي خبر ڪين ڏيو سان پيئي. آءٌ ڪمزور
هجڻ جي باوجود پنهنجي پوريءَ قوت سان ڀڄندو رهيس
۽ هڪ ڏينهن ۾ ٽيهه ميل پري نڪري ويس. پر
منهنجي هر ڪوشش بيڪار ثابت ٿي. ڇوٿين ڏينهن هنن
مون کي جوئار جي فصل مان پڪڙي ورتو. دراصل
ٿيو ائين، جو ڇوٿين ڏينهن آءٌ جهنگ لتاڙي کلي ميدان
۾ پهچي ويو هوس. پر ميدان ۾ ڏينهن ڏني جو سفر
ڪرڻ بنهه بيوقوفي ثابت ٿئي ها. سو اهو سوچي ته
هينئر ته جوئار جي پوک ۾ لڪي ٿو وڃان، رات جو
سفر ڪندس، سو اچي جوئار جي فصل ۾ پٺيءَ جو
گهاٽو جهنگ ٿو ڳولي، اتي فصل ۾ ڪو هاري موجود
ڪونه هو، سو وات لاهه ٿمر ڳڍ ڪرڻ جي بهاني جوئار
جا سنگ پٽي پنهنجي ڪوٽ جي کيسي ۾ وجهي رهيو
هوس ته اوچتو ڪتن جي ڀونڪڻ ۽ موٽر سائيڪل جو
آواز ٻڌم. ڀڄڻ جي ڪا راهه ڪانه هئي، ڇو جو ڪتا
هر حال ۾ مون کي پهچي وڃن ها، سو آءٌ پنهنجو
چهرو هٿن سان لڪائي، منهن ڀر ليٽي پيس ته جيئن
ڪتا منهن جو ماس نه پٽي وڃن. ڪتا هڪ منٽ ۾
جوئار ۾ پهچي ويا ۽ مون کي ڳولي لڌائون ۽ سيڪندن
۾ منهنجا ڪپڙا ليڙون ليڙون ڪري ڇڏيائون. صورتحال
اها هئي، جو آءٌ صفا اگهاڙو ٿي چڪو هوس ۽ هاڻ
ڪتن مون کي فصل ۾ کائڻ شروع ڪيو هو. پر
خبر نه ڇو اچا ڏيڻ هنن منهنجو گوشت کائڻ جي

ڪوشش نہ ڪئي هئي. اتري ۾ موٽر ساڻيڪان تي
ايندڙ ٻئي جرمن سپاهي بہ پهچي ويا، جن ٻهرين تہ پاڻ
مون کي ڏاڍي مار ڏني ۽ پوءِ ڪتن کي اشارو ڪيائون
جن حڪم ملڻ تي منهنجي جسم تان ٻوٽيون ٻٽي
ورتيون. منهنجو سڄو جسم رتو رت ٿي ويو هو ۽
ڪتن جي چڪچڻ ڪري آءٌ بيهوش ٿي ويس. هو پوءِ
مون کي خبر نہ آهي ڪهڙي نموني واپس پوزنان
ڪيمپ ڪٺي آيا، آءٌ سڄي وات اڌ مئل ۽ بيهوش رهيس
۽ ڪيمپ ۾ پهچڻ کان پوءِ بہ هڪ مهيني تائين اٿي
ويهڻ جي قابل نہ ٿي سگهيس. هنن مون کي اڪيلو
هڪ ڪنڊ ۾ اڇلائي ڇڏيو هو ۽ آئسي پيو رهيس ۽
پنهنجي منصوبا پيو ڏاهيندو هوس ۽ سخت ايذائن سهڻ
جي باوجود ڪنهن طرح جيئرو پئي رهيس. قيديءَ کي
فرار ٿيڻ کان پوءِ جڏهن وري گرفتار ڪيو ويندو آهي،
تہ ان سان ڪنهن بہ قسم جي نرمي ڪانہ ڪئي ويندي
آهي. مٿان وري آءٌ هنن نازين جي قيد ۾ هوس! انهن
مون سان ڪهڙيون تعديون ڪيون، تن جو جي آءٌ
ويهي ذڪر ڪريان، تہ ڪر اوهان آهي ٻڌي بہ نہ
سگهو. پر آءٌ خبر نہ آهي ڪهڙيءَ مٽيءَ سان ٺهيل
هوس، جو موت مون ڏانهن ڪونہ ٿي آيو. منهنجا
دوست! انهن ڏينهن ۾ مون تي جيڪي ظلم ڪيا ويا
آهي ياد ايندا اٿم، پنهنجا اهي ساٿي جڏهن سامهون
ايندا اٿم جيڪي ظلم جي جنڊ ۾ پيسجي ٽڪي، آئي

مرندا هئا، ۽ ڪين ان ڌاريءَ ڌرتيءَ تي دفن ٿيڻ کان
به محروم رکيو ويندو هو، تنهن منهنجي حالت ڏاڍي
خراب ٿي ويندي آهي ۽ اٺ ماهه به نه ڪٽي سگهندو
آهيان. قيدي هجڻ واري عرصي ۾ اسان اڌ جرمني گهمي
ورتي. گهمڻ ٿي ڇڏيو، پوءِ ڪٿي هو اسان سان ورتاءُ
ڪهڙو به ڪندا هئا، اها هڪ الڳ ڳالهه آهي! هو
اسان کي هڪ هنڌ سُک سان ويهڻ نه ڏيندا هئا. اڄ
هتي ته سڀاڻي وري ڪنهن ٻئي هنڌ. اسان تي چوڪسي
رکندڙ سپاهين بدليا رهندا هئا، جو هڪ ڪيمپ کان
ٻيءَ ڪيمپ ڏانهن پنڌ ڪرڻ کان پوءِ جرمن سپاهي
ٿڪجي پوندا هئا ۽ هنن کي هٽائي وري ٻيا تازه دم
سپاهي آندا ويندا هئا. جنهن اسان کي آرام جي ڪا
ويساهڻ يا ٻيجي وجهڻ جو ڪو موقعو نه ملي. مون
هن قيد ۾ ڪوئلي جي کاڻ ۾ ڪم ڪيو، ڪوڏر
هلائي، مال ڍوئيو، رستن تي پٿر ڪٽيا، ڪپڙا ڪوٽيا،
مطلب ته جيڪو ڪم هو اسان کان وٺي سگهيا ٿي،
سو ورتائون! هر ڪيمپ ۾ اسان کي نئون ڪم ملندو
هو، پر جتي به اسين وياسين، هڪ ڳالهه هرهنڌ ساڳي
ڏٺي سين، يعني جي ڪو روسي قيدي ڪم کان گسائيندو
هو، بيمار ٿي پوندو هو، يا ڀڄي وڃڻ جي ڪوشش
ڪندو هو، ته ساڻس جيڪو سلوڪ ڪيو ويندو هو،
سو هرهنڌ ساڳيو هوندو هو. يعني لتون، ٺونشا ۽ ڏنڊا
۽ ڏڪيا هئا ته هنٽرن، چهبڪن، لوهه جي سيخن ۽

راڻڪن جي ڪنڌاڪن مان اصل ڀاڄي وڃهندا هئا ۽
اهو نه ڏسندا هئا ته ڏک جسم جي ڪهڙي حصي ۾
لڳي رهيو آهي. هو اسان کي مارڻ وقت، ڏوهه ڪونه
ٻڌائيندا هئا، اسان جو سڀ کان وڏو ڏوهه اهو هو جو
اسين رومي هئاسون، رومي سرزمين لاءِ وڙهي رهيا
هئاسون ۽ هاڻ جو اسين سندن وس ۾ هئاسون، هو بهانا
ڳولي ڳولي اسان کي ايذاءَ ڏيندا هئا ۽ هيڏانهن ايذاءَ
سهي سهي ڪيترا اسان جا ساٿي مرندا هئا. اسان جو تعداد
ڏينهون ڏينهن گهٽبو ٿي ويو. ڀانيان ٿو ته جي جرمني
۾ تندورن لاءِ هنن کي ڪا ڪاٺين جي ضرورت پوي
ها ته هو شايد اسان کي انهن ۾ ڏکي ڇڏين ها!
اسان کي خوراڪ به ڪا نالي جي مس ملندي هئي،
ايتري قدر جو پيئڻ لاءِ پاڻي به اسان کي ڪڏهن پورو
نه مليو. مون کي جڏهن فوج جي ملازمت لاءِ گهرايو
ويو هو، تڏهن منهنجو وزن سوا مڻ هو، پر جن ڏينهن
جو آءٌ ذڪر ڪري رهيو آهيان، تڏهن منهنجو وزن
هڪ مڻ ڏهه سير ٿي ويو هو. توهان پاڻ سوچيو ته،
منهنجي قدبت واري ماڻهوءَ جو وزن، جي ايترو ٿي
وڃي ته سندس ڪهڙي حالت هوندي! آءٌ بس هڏين جو
پڃرو ٿي ويو هوس ۽ گوشت منهنجي جسم تي بلڪل
نه رهيو هو. پر انهيءَ هوندي به مونکي جانور وانگر
هر حڪم جي تعميل تي ڪرڻي پئي ۽ گڏهه جيترو
ڪم ٿي ڪرڻو پيو.

سيپٽمبر مهيني ۾ انهن هڪ سئو پائيتاليهن جنگي قيدين کي ڪيمپ نمبر بي ١١٤ ۾ موڪلڻ جو فيصلو ڪيو. اها ڪيمپ ’برسلبن‘ جي ويجهو هئي ۽ انهيءَ ۾ ٻه هزار قيدي هئا. انهيءَ ڪيمپ ۾ اسان کي پٿر ڀڃڻ جو ڪم ڏنو ويو ۽ هر قيديءَ جي حوالي چار چورس ميٽرن جي اراضي ڪئي ويئي، جنهن مان اسان کي پٿر ڪڍي ٻئي هنڌ پهچائڻا هئا. قيدين جي جسماني حالت اهڙي هئي، جو هو اهڙو سخت ڪم نٿي ڪري سگهيا، پر انڪار جي به مجال نه هئي سو اسين ڪم ڪندا رهياسين ۽ مرندا رهياسين نيٺ صرف ٻن مهينن ۾ هڪ سئو پائيتاليهه قيدين جي گروپ مان باقي ويچي ستونجاهه بچياسين! جرمن فوجي ايڏيءَ ته ذلالت کان ڪم وٺندا هئا جو اسان کي پنهنجن سائين کي دفن ڪرڻ جي به اجازت نه ڏيندا هئا ۽ هو پاڻ ويچارن جا لاش کڻي ڪيمپ کان ٿورو پريرو اڇلائي ڇڏيندا هئا، جيئن پکي ۽ جانور سندن گوشت کائي وڃن ۽ سندن هڏن جا پڃرا آڏي مٽيءَ سان مٽي ٿي وڃن. هوڏانهن وري اچانڪ قيدين جي انهيءَ ڪيمپ ۾ اها خبر باهه وانگر پکڙجي ويئي ته جرمن فوجين اسٽالن گراڊ تي قبضو ڪري ورتو آهي ۽ هاڻي سائبيريا طرف وڌي رهيا آهن. قيد وارن ڏينهن ۾ اسان کي پنهنجو پيارو گهر، ٻار ۽ وطن جي سرزمين ڏاڍي ياد ايندي هئي. هيترو عرصو ته اسين انهيءَ اميد تي جي

رهيا هئاسون ته هڪ ڏينهن نيٺ اسين ڌارين کي پنهنجي
سرزمين تان ٻاهر ڪڍڻ ۾ ڪامياب ٿـي وينداسون ۽
وري سک ۽ آرام سان پنهنجي رهيل حياتي پـوري
ڪنداسين. پر استالن گراڊ جي فتح ٿيڻ جي خبر اسان
لاءِ قيامت کان گهٽ نه هئي اسان جون همتون ڪمزور
ٿيڻ لڳيون، ۽ دشمن اڳيان پاڻ کي اسين گهٽ سمجهڻ
لڳاسون. زندگيءَ جو اهو چرخو پوءِ به ڪيترا ڏينهن
ساڳيءَ ريت هلندو رهيو. اسين اهو ئي ڪم ۾ گهرندا
رهياسين ۽ جرمن محافظ سڄو ڏينهن شراب جي ٽني ۾
بدمست پيا هوندا هئا. پر اسان ۾ هـاڻ ايتري همت
نه هئي، جو مٿن حملو ڪري ڪئمپ مان ڀڄي وڃون.
هڪڙي ڏينهن شام جو اسين سڄي ڏينهن ڪم ۾ وهڻ
کان پوءِ جڏهن واپس ڪئمپ تي آياسون ته مينهن وسي
رهيو هو، جنهن جي ڪري اسان جا ڪپڙا پُسي ويا
۽ ٿڌيءَ هوا جي ڪري اسين سيءَ کان ڪنبڻ لڳاسون.
سيءَ جي سختيءَ ڪري اسان جا ڏند وڄي رهيا هئا،
پر ڪا اهڙي راهه نه هئي جتي پناهه وٺـي اسين سيءَ
کان بچي سگهون. مٿان وري بک جا چڪ لڳي رهيا
هئا. پر رات جو اسان کي جهڙي تهڙي ماني به ڪانه
ملندي هئي. سيني قيدين جي حالت خراب هئي. جرمن
سپاهي اسان کي ڏيکاري ڏيکاري پيا ماني کائيندا هئا،
۽ شراب جا جام تي جام چاڙهيندا هئا. هو سيءَ کان
بچاءَ خاطر، باهه ٻاري ان جي چوڌاري ويٺا هوندا هئا.

سندن جاسوس ڪتن کي به ڏاڍي لذيذ ۽ سٺي غذا
ملندي هئي. هو پنهنجي مالڪن جا ٻچڙا ٽڪر اسان جي
اکين اڳيان زمين تي اڇلائيندا رهندا هئا، ۽ جيڪو وچارو
قيدي بک سان پاڻ ٿيندي اهي ٽڪر کڻندو هو، تنهن تي
هو مٿس ڇڏيون ڪندا هئا ۽ کلندا هئا. اهڙي وقت
اسان جي بدن ۾ باهه جا شعلا ڀڙڪي لڳندا هئا ۽ دل
چوندي هئي ته ڪين قتل ڪري سندن جسم جي بوٽي
بوٽي ڌار ڪري ڇڏجي، ۽ دنيا کي ڏيکارجي ته ڏسو،
ظلم ڪرڻ جو اهو نتيجو نڪرندو آهي. پر اسين بي وس
هئاسون، رکيو ڏند ڪرٽيون ۽ بک ڪاٽڻ کان سواءِ ٻيو
ڪجهه نه ڪري سگهندا هئاسون. مون بارش ۾ پسيل
پنهنجو لباس لاهيندي ساٿين کي چيو، ’هي اسان کان
چار ميٽر علائقي مان پٿر ٽا کڍائين، جڏهن ته اسان
جي قبر واسطي صرف هڪ ميٽر کڏو ڪافي ثابت
ٿيندو! ڀلا اهين ڇو نٿا ڪن، جو اسان کي پنهنجي
لاءِ قبر کاٽڻ جو حڪم ڏين، ۽ پوءِ هڪ ڏي پيرو
گولي هڻي اسان کي هن زندگيءَ کان آجو ڪري
ڇڏين!‘

”منهنجي اها ڳالهه، ڪنهن غدار قيديءَ پنهنجي
لاءِ سهوليت حاصل ڪرڻ خاطر وڃي ڪيمپ ڪمانڊر
کي ٻڌائي.“

”جرمن ڪيمپ ڪمانڊر جو نالو ميلر هو. ڀورو
پنو قد، ٿلهو جسم ۽ ڳاڙهو رنگ هوس. مٿي تي ننڍڙا

ننڍڙا اڇا وار ۽ اکين جا ڀرون ب سفيد هئس، ڳالهائيندو
هو ته اکيون تيزيءَ سان ماحول جو جائزو وٺنديون
رهنديون هيس ۽ روسي زبان ائين ڳالهائيندو هو، جيئن
اوهان ۽ آءٌ. مٿان وري سندس ڳالهائڻ جو انداز وولگا
جي علائقي وارن وارو مخصوص انداز هو ۽ ائين ٿي
لڳو ڄڻ هو ڄائو نپنيو ٿي آئي هو! اسان سڀني کي
انهيءَ ڳالهه تي حيرت ٿيندي هئي ته هن روسي زبان
ڪيئن سکي ورتي هئي. قيدين کي سندس حڪم موجب
روز صبح جو ڪيمپ ٻاهران قطارن ۾ بيهاريو ويندو
هو ۽ هو پنهنجي ساٿي نازي آفيسرن سان گڏ معائني
لاءِ ايندو هو. سندس هٿن ۾ چمڙي جا دستانا پهريل
هوندا هئا ۽ هڪ هٿ ۾ لڪڻ هوندو هوس. جڏهن هو
قيدين جي ڀر سان لنگهندو هو ته هر ٻئي قيديءَ جي
نڪ تي زور سان لڪڻ وهائي ڪڍندو هو، جنهن تي
قيديءَ جي نڪ مان رت نڪرڻ ڪري وهڻ لڳندو
هو، ۽ سندس اکين ۽ چهري مان سور جا آثار ظاهر
ٿيندا هئا، جن کي ڏسي هن جون اکيون چمڪڻ
لڳنديون هيون ۽ چپن تي مرڪ آڻي چوندو هو، 'اهو
انفلوئنزا جو علاج اٿو!' ڪيمپ ۾ قيدين کي ڇهن
گروپن ۾ ورهايو ويو هو، ۽ روز هڪ گروپ جو معائنو
ڪيو ويندو هو ۽ انفلوئنزا جو علاج ڪيو ويندو هو.
"مار جي هڪڙي ڳالهه اسان کي ڏاڍي وڻندي
هئي. هو قيدين کي گاريون تمام گهٽ ڏيندو هو،

پر اهي گاريون به روسي زبان ۾ ڏينديو هو ۽ روسي ٻوليءَ ۾ گاريون ٻڌي اسان کي اهو احساس نه رهندو هو ته ڪو ڏاريون يا اسان جو بدترين دشمن اسان کي گاريون پيو ڏئي، پر اٽلو پنهنجي مادري ٻولي ٻڌي خوش ٿيندا هئاسون. ها، جي ڪيس اها خبر پئجي وڃي ها ته سندس گاريون ۾ لعنت اسان جي خوشيءَ جو سبب هيون، ته هو يڪ روسي ڳالهائڻ بند ڪري ڇڏي ها! اسان جو هڪ ساٿي چوندو هو. جڏهن مٿر روسي ٻوليءَ ۾ گاريون ڏيندو آهي ته آءٌ اکيون بند ڪري پاڻ کي ماسڪو ۾ تصور ڪندو آهيان ۽ اهڙيءَ ريت مون کي شراب جي نشي کان به وڌيڪ سُرور حاصل ٿيندو آهي!“

”خير، منهنجا دوست، ڳالهه ٿي رهي هئي ته مٿر کي منهنجا چيل لفظ جڏهن معلوم ٿيا ته هن ٻئي ڏينهن مون کي پنهنجي آفيس ۾ گهرائي ورتو. شام جو هڪ مترجم ۽ هو محافظ ڪيمپ ۾ آيا ۽ مون ڏانهن اشارو ڪري پڇيائون، آسڪو ڪوف اينبري؟ مون جواب ۾ ڪنڌ ڌوڻي هاڪار ڪئي تنهن تي هنن چيو، ٻاهر نڪر! ڪيمپ ڪمانڊر توکي سڏايو آهي. آءٌ سمجهي ويس ته مون کي ڇو سڏايو ويو آهي، سو اڪيلو پنهنجن ساٿين کان موڪلايم ۽ ساڻن گرم جوشيءَ سان هٿ ملايم. منهنجا ساٿي به سمجهي رهيا هئا ته آءٌ موت جي منهن ۾ وڃي رهيو آهيان، سو سڀني منهن مان

ساهومي ۾ ڏک بکو لڳو. مون کين سمجهايو ته منهنجي
لاءِ غمگين ٿيڻ جي ڪا ضرورت نه آهي، اڄ دشمن جي
هٿان موت کي پنهنجي ڇاتيءَ سان لائي، آءٌ پنهنجي
هڪ ازلي خواهش پوري ڪندس، باقي توهين به آخر
دم تائين همت نه هارجو ۽ دشمن اڳيان سِسي نه نوائجو.
۽ پوءِ مرڪندو آءٌ محافظن سان گڏ روانو ٿيس. ڪيمپ
مان ٻاهر نڪري مون آسمان طرف نهاريو ۽ تارن کان
به موڪلايم ۽ دل ۾ سوچيم، 'انبدري' اڄ تنهنجي
زندگيءَ جو آخري ڏينهن آهي! جرمن سپاهين جون
اذيتون هاڻ توکي برداشت نه ڪرڻيون پونديون. موت
کي ايترو ويجهو ڏسي، مون کي اورينا ياد آئي ۽
ٻارن جو خيال آيم. خبر نه آهي ته هو ڪهڙي حال ۾
هوندا! پر خير، جي اسان جي محبت سچي هوندي ته
ٻئي جنم ۾ اسان جي ملاقات ضرور ٿيندي. اهو سوچي،
مون پنهنجي ذهن کي ٻارن جي خيالن کان هٽايو جو
آنهن جي ياد جي ڪري آءٌ غمگين ڏسڻ ۾ ٿي آيس.
باقي وات آءٌ پاڻ کي پستول جي گوليءَ جي سهڻ
لاءِ تيار ڪندو رهيس. منهنجي خواهش هئي ته آءٌ هڪ
بهادر سپاهيءَ وانگر کلندي، مرڪندي، پنهنجي جان
ڏيان ۽ دشمن تي اهو چٽو ڪري ڇڏيان ته روسي
سپاهي بهادر آهن ۽ جرمن فوجين کان ڊڄن نٿا.

"ڪمانڊر جي ڪمري ۾ دري جي ڀرسان گلدستا
پيل هئا، جن ۾ تازا گل پيل هئا. سندس ڪمرو اهڙيءَ

ريسٽ هينگاريل هو، جنهن کي روسي ڪتاب هئي. سندس
ميز جي سامهون ٻيل ڪرسين تي ڪئمپ جا ٻيا آفيسر
ويٺل هئا، جيڪي گوشت کائي رهيا هئا ۽ شراب پي
رهيا هئا. ڊبل روٽي، پڪل گوشت، سوفن جو شراب،
ميوا ۽ ٻيا طرحين طرحين جي خوراڪ سان پريل ڪابل
ديسا ڏسي، منهنجي منهن ۾ پاڻي اچي ويو. قيد ٿيڻ
کان پوءِ هي پهريون ڀيرو هو جو مون انسان جي
خوراڪ پنهنجي اکين سان ڏٺي هئي، نه ته اسان کي
ڪٿي لاءِ نه ڏٺو پر ڪڏهن چڱي خوراڪ ڏسڻ جو
به موقعو نه مليو هو. مون کي سخت بک به لڳي
رهي هئي ۽ کاڌو ڏسي پنهنجو پاڻ تي قابو رکڻ ڏکيو
ٿي پيو. پر پوءِ مون همت ڪري ميز تان پنهنجون
نگاهون هٽائي ڇڏيون.

“منهنجي بلڪل سامهون ڪئمپ ڪمانڊر ملر ويٺو
هو، جيڪو پنهنجي ريوالور کي هٿن ۾ گهمائي
رهيو هو. سندس چمڪندڙ اکيون مون ڏانهن ائين نهاري
رهيون هيون، ڄڻ نانگ پنهنجي شڪار کي پرکيندو
هجي. آءٌ سڌو سنئون، سندس سامهون بيٺو هوس. مون
کي وٺي ايندڙ ٻنهي محافظن مان هڪ، نازي سليوٽ
ڪندي، کيس چيو. “هير ڪمانڊنٽ! جنگي قيدي اينڊري
اسڪوڪوف اوهان جي اڳيان حاضر آهي!”

“ملر اهو ٻڌي مون کان پڇيو، ’ڇا چار چئرس
ميٽرن مان ٻئر ڍيرو ڏکيو آهي؟‘ مون ورائيو ’اهو

درست آهي.'

چيائين 'چا توکي دفن ڪرڻ لاءِ هڪ ميٽر برابر ڪڏو ڪافي ٿيندو؟'

چيم، 'اهو بس درست آهي، هير ڪمانڊنٽ! پاڻ ڪجهه زمين اچا به ٻچي پوندي!' اهو ٻڌي هو اٿي بيٺو ۽ چوڻ لڳو، 'اهي لفظ چوڻ جي ڏوهه ۾ توکي موت جي سزا ڏيڻ جو فيصلو ڪيو ويو آهي. ڪمري اندر گولي هلائڻ ۽ قالين کي تنهنجي رت سان خراب ڪرڻ جو منهنجو ڪو ارادو ڪونهي، تنهنڪري پاڻ ٻاهر هلنداسون!'

مون جواب ڏنو 'جيئن اوهان مناسب سمجهو!' هو ڪجهه دير تائين سوچيندو رهيو. پوءِ پستول ميز تي رکي، شراب جو هڪ گلاس ڀريائين، ڊبل روٽي جو، هڪ ٽڪرو کنيائين ۽ ان تي ٿورو گوشت رکيائين ۽ اهو سڀ مون ڏانهن وڌائي چيائين، 'مرڻ کان اڳ جرمنيءَ جي فتح جو جام ته پي وٺ!'

آءٌ سندس هٿ مان شراب ۽ گوشت کڻڻ وارو هوس. پر سندس لفظ ٻڌي، منهنجي جسم ۾ باهه لڳي ويئي. هڪ روسي سپاهي ٿي ڪري آءٌ جرمني جي فتح جو جام پيان؟ اهڙي شراب ۽ گوشت تي لعنت! اهو سوچي، مون شراب جو گلاس ۽ گوشت سندس هٿن مان ورتا ۽ ميز تي رکندي چيم، 'اوهان جي مهمان نوازيءَ جي مهرباني، مون کي ڪنهن شيءِ جي

گهرج ڪانه آهي.' اهو ٻڌي هُن مرڪندي چيو، 'جي
تون! اسان جي فتح جو جام نٿو پيئڻ چاهين ته ڪٿي
پنهنجي موت جو جام سمجهي پي وٺ.'

ها، اها ڳالهه مون لاءِ قابل قبول هئي، شراب جو
گلاس هٿ ۾ کڻي چيم، 'پنهنجي موت ۽ لاڳيتي عذاب
کان ڇوٽڪاري ملڻ جو خوشي ۾!' ايترو چئي، هڪ
ئي ٽيڪ ۾ شراب پي ڇڏيم، پر گوشت کي هٿ به
نه لاتم؛ پوءِ پنهنجا چپ صاف ڪندي، کيس چيم،
'اوهان جي نوازش ڪمانڊر صاحب! هاڻ توهان پنهنجو
فرض پورو ڪري سگهو ٿا! آءٌ تيار آهيان.'

هو اڃا تائين منهنجي اکين ۾ نهاري رهيو هو،
چوڻ لڳو، 'مرڻ کان اڳ ڪجهه کائي به وٺ!' پر
مون وراڻيو، 'معاف ڪجو، هر ڪمانڊنٽ! آءٌ ٻهرئين
گلاس کان پوءِ ڪجهه به نه کائيندو آهيان! انهيءَ تي
هن ٻيو گلاس به ڀري مون کي ڏنو. آءٌ اهو ٻيو گلاس
به پي ويس، پر ماني نه کاڌم! انهيءَ وقت آءٌ پاڻ
کي پرسڪون ظاهر ڪرڻ جي پوري ڪوشش ڪري
رهيو هوس ۽ گڏوگڏ پنهنجي اخلاقي جرات کان به
ڪم وٺي رهيو هوس. شراب پيئڻ مان منهنجو مقصد
اهو هو ته مرڻ وقت آءٌ نشي ۾ اڏوت هجان، جيئن
موت کي سامهون ڏسي، بزدل نه ٿي پوان.

ڪمانڊر وري عجب وچان چيو، "تون ماني ڇو
نٿو کائين؟"

وراڻيم، ”هير ڪمانڊنٽ، آءٌ ٻئي گلاس ڪان پوءِ
به ماني نه کائيندو آهيان!“

ڪجهه ساعتن لاءِ هو ڪاوڙ ۾ ڀرجي ويو، پر
پوءِ هڪ زوردار ٽهڪ ڏئي کلڻ لڳو ۽ جرمن زبان ۾
پنهنجي سائين کي ڪجهه ٻڌائڻ لڳو، جنهن کي ٻڌي
هو به کلڻ لڳا. شايد ڪمانڊر کين اسان ٻنهي وچ ۾
ٿيندڙ گفتگوءَ متعلق ٻڌايو هو. کلڻ جي ڪري سندن
اکين مان سختيءَ جا آثار غائب ٿي ويا ۽ هو نرم دل
ڏسڻ ۾ اچڻ لڳا. ڪمانڊر ٽيون گلاس به ڀريو ۽ سون
ڏانهن وڌايائين. کلڻ سبب سندس هٿ ڏڪي رهيا هئا.
مون ٽيون گلاس آهستي آهستي پيتو ۽ خالي ڪري،
ميز تي رکيم. آءٌ کين اهو به ڏيکاري رهيو هوس ته
سخت بک هوندي به مانيءَ جي چند گرهن خاطر آءٌ
پنهنجي قومي خودداري، غيرت ۽ عزت نفس وڃائڻ
نٿو چاهيان ۽ مانيءَ جي لالچ تي هو مون کي پنهنجن
اشارن تي نچڻ لاءِ مجبور نٿا ڪري سگهن.

هاڻي هير ڪمانڊنٽ سنجيدهه ٿي ويو هو. هن چوٿين
گلاس پيئڻ بدران چيو، ”اينڊري، تون سچو پچو روسي
سپاهي آهين. بهادر ۽ باغيرت! ۽ بهادر دشمن جي لاءِ
منهنجي دل ۾ اوتري جاءِ آهي جيتري ڪنهن ويجهي
عزيز يا دوست لاءِ ٿي سگهي ٿي. ۽ انهيءَ ڪري آءٌ
توکي گولي ڪونه هڻندس. اڄ اسان جون فوجون وولگا
پهچي چڪيون آهن. استالن گراڊ اڄ سڀاڻي فتح ٿي

چڪو آهي ۽ اهڙي ڏني اطلاع اسان لاءِ عظيم خوشيءَ
جا اطلاع آهن ۽ انهن جي خوشيءَ ۾ آءٌ تنهنجي جان
بخش ٿو ڪريان. تون هاڻي ڪئمپ ۾ واپس وڃي سگهين
ٿو، ۽ هيءَ به پاڻ سان کڻيو وڃ!" ايترو چئي هن
گوشت ۽ ڊبل روٽي منهنجي هٿن ۾ ڏني.

ڊبل روٽيءَ کي مون پنهنجي ڇاتيءَ سان لاتو ۽
گوشت کي هٿن ۾ قابو ڪري آءٌ اتان واپس موٽيس.
توهين پاڻ سوچيو ته جي توهان منهنجي جاءِ تي هجو
ها ته حالتن جي انهي عجيب ڦيري متعلق ڇا سوچيو
ها! آءٌ ايتري قدر ته حيران ٿيس، جو ٻاهر نڪرڻ وقت
انهيءَ بهادر ڪمانڊر جا ٿورا به نه مڃي سگهيس. پر
ٻاهر نڪرڻ وقت اهو خدشو منهنجي ذهن ۾ بهرحال
موجود هو ته ڪٿي مون سان دوکو نه ڪيو وڃي ۽
ڪمانڊر ڪٿي پٺيان واڪر گولي هڻي مون کي ماري
نه وجهي. پر ائين ڪونه ٿيو. موت هڪ ڀيرو وري
منهنجي بلڪل ڀر مان، مون کي ڪو نقصان رسائڻ
بنان لنگهي ويو. ڪئمپ پهچي آءٌ زمين تي ليٽي پيس.
منهنجا ساٿي مون کي وڪوڙي ويا ۽ ڪمانڊر جي
روبرو پيش ايندڙ واقعو ٻڌائڻ لاءِ چوڻ لڳا. پر آءٌ انهيءَ
وقت ٺيڪ نه هوس، سو سمهي پيس. ٻئي ڏينهن مون
کين سڀ ڪجهه ٻڌايو. هڪ قيديءَ مون کان پڇيو،
"ڪامريڊ، هاڻي هن گوشت ۽ ڊبل روٽيءَ جو ڇا
ٿيندو؟" مون کيس جواب ڏنو ته سڀني کي برابر برابر

حصو ملندو. جيترڪ انهن ڪرڻ ڪري هرهڪ قيدي
کي ماچيس جي تيلي، جيتري ٻيل روٽي ملي ۽ گوشت
ته چڱ هرهڪ جي رکيو چکڻ سان ئي پورو ٿي ويو.
هن پوري جرمن محافظن اسان مان ٽي سگهارا مڙس
چونڊيا، پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ مقرر ڪيا، آءٌ انهن
ٽن ڄڻن مان هڪ هوس. ڪجهه وقت اهو ڪم ڪندا
رهياسين، پوءِ وري اسان کي "روهر" علائقي ۾ آندو
ويو، جتي اسان کي کاڻين ۾ ڪم ڪرڻو پيو. آتي
آءٌ ١٩٤٥ع تائين رهيس. هاڻي اسان کي قيد ٿئي ڪافي
عرصو لنگهي ويو هو ۽ جرمن سپاهي اسان سان اڳي
جهڙو سلوڪ نه ڪندا هئا، ۽ نه ئي وري اسان کي
اهڙي شديد محنت ئي ڪرڻي پوندي هئي. هڪ ڏينهن
جرمن سپاهين اسان کي هڪ قطار ۾ بيهاريو ۽ هڪ
مترجم جي معرفت حڪم ڏنائون ته "اوهان مان جيڪو
قيدي جنگ ۾، يا جنگ کان اڳ ڊرائيور ٿي رهيو
هجي، سو هڪ وک اڳتي وڌي اچي." اسان مان ڪل
ست ڄڻا اڳيان وڌيا. اسان کي ٻين کان ڌار ڪيو ويو
۽ پراڻا سراڻا ڪپڙا پهرڻ لاءِ ڏنا ويا ۽ پوءِ "پوسٽڊيم"
موڪلي ڇڏيائون، جتي پهچي اسان کي ڌار ڌار محڪمن
۾ موڪليو ويو. مون کي رستا تعمير ڪرڻ ۽ بچاءُ
واري کاتي جي حوالي ڪيو ويو، جتي مون کي هڪ
جرمن انجنيئر جي جيپ جو ڊرائيور مقرر ڪيو ويو.
اهو انجنيئر جرمن فوج ۾ ميجر هو ۽ ڪٽر فاشسٽ

هو. قد جو بندرو، ٻٽ وڏيل، ۽ ٻري ڪان سنڌس تي
ڪاڏيون نظر ايندڙيون هيون، ڪنڌ ٻـ ٽڏهو ۽ ننڍڙو
هوس، هلندو هو ته ائين لڳندو هو ڄڻ ٻاڦ تي هلندڙ
انجڻ پيئي هلي. سڄو ڏينهن پيو ڪجهه نه ڪجهه چرندو
هو ۽ جي ڪاٿي لاه ڪجهه نه هوس ته ٿرماس سان
برانڊي پيو پيئندو هو. هلندي هلندي رستي تي بيهي
ڊبل روٽي يا ڪيڪ کائيندو ۽ شراب پيئندو ۽ جي
ڇڳي موجود ۾ هوندو هو ته مون کي به ڪجهه کائڻ
لاه ڏيندو هو. پر هو جڏهن به مون کي ڪا شيءِ
ڏيندو هو، تڏهن ائين ڏيندو هو ڄڻ آءٌ ڪتو هوس،
يعني آها مون کي اڇلائي ڏيندو هو، هٿ ۾ ڏيڻ هن
جي بي عزتي هئي. ڪجهه به هو، بهرحال ڪئمپ واري
زندگيءَ کان هينئر آءٌ آسودو هوس. منهنجو وزن به
وڌڻ لڳو هو، ۽ ماڻهن جهڙو ساڻهو نظر اچڻ لڳو هوس.

ٻه هفتا آءٌ پولئنڊ ۾ رهيس پوءِ ميجر کي اڳين
مورچن تي موڪليو ويو، جتي هو روسي سپاهين خلاف
جرمن فوج جي پلاننگ ۾ مدد ڪري سگهي. آءٌ بدستور
ميجر سان گڏ هوس، پر هاڻ ميدان جنگ ۾ پهچي
منهنجي ننڊ حرام ٿي پيئي. هر وقت آءٌ پنهنجي وڃڻ جا
منصوبا پيو ٺاهيندو هوس. منهنجي دل ۾ اها خواهش
ڏاڍي شديد ٿي وئي هئي ته آءٌ جلد از جلد پنهنجي
هم وطنن سان ملان، ۽ وري وڃي پنهنجي وطن جي
مٽي وسايان.

اسين "ٻولونسڪ" ڳوٺ ٽائين پهچي ويا هئاسين.
صبح جو سويل مون ٻن ورهين کان پوءِ پنهنجين توپن
جي گجگوڙ ٻڌي. توپن جا ٺڪاءَ ٻڌي آءٌ بيحد خوش
ٿيس ۽ خوشي ۾ منهنجي دل جي ڌڪ ڌڪ تکي ٿي
وئي. هن ڳوٺ ۾ جيڪي جرمن سپاهي موجود هئا،
سي ڏاڍا ٻڏل هئا ۽ روسين جي همت ۽ طاقت اڳيان
سندن دل ڇڏي ويٺي هئي، اهو ڳوٺڙو ميدان جنگ کان
پندرهن ميل پري هو ۽ جنگ اوڀر طرف ٿي رهي هئي.
جرمن ميجر هتي پهچي تمام گهڻو شراب پيئڻ شروع
ڪيو. ڏينهن جو هو محاذ جو چڪر لڳائيندو هو ۽
وڙهندڙ فوجن کي پنهنجا مورچا مضبوط ڪرڻ متعلق
هدايتون ڏيئي، وري ڳوٺ ۾ موٽي ايندو هو، ۽ رات
جو وڏو شراب ڍوڪيندو هو. گهڻو شراب پيئڻ ڪري
سندس اکين جي چوڌاري ڪارا نشان ٿي ويا هئا.
هيءَ وقت منهنجي ڀڄڻ لاءِ ڏاڍو مناسب هو، پر مون
اڪيلو ٿي وڃڻ چاهيو. منهنجي خواهش هئي ته ڪنهن
ريت انهيءَ جرمن ميجر کي به ساڻ وٺيو وڃان ته
جيئن هن کان اسان جي ساٿين کي دشمن جي پاسي
جي ڪا اهم ڄاڻ حاصل ٿي سگهي. هڪ ڀيري اڪيلو
جيپ ۾ اچي رهيو هوس ته رستي ۾ لوهه جو هڪ
وڏي هٿوڙو ڏٺم. اهو کڻي جيپ جي سيٽ هيٺ لڪائي
ڇڏيم. رستي جي هڪ پاسي ڪجهه ٽيليفون جون تارون
به ڏٺم، انهن کي به سيٽ هيٺ کڻي رکيم. ڀڄڻ کان

۾ ڏينهن اڳ هڪ اڪيلو جرمن فوجي ور چڙهي ويو، جنهن کي هڪ خالي گهر ۾ گهلي ويس، ۽ اتي کيس ماري، سندس دوربين ۽ ٽوپي پاڻ سان کڻي آيس.

”١٩ جون جي صبح، ميجر مون کي ”ٽرانسسٽا“ طرف هلڻ جو ڪم ڏنو، جتي هڪ مضبوط مورچو تعمير ٿي رهيو هو ۽ ميجر انهيءَ ڪم جو انچارج هو. جڏهن اسين روانا ٿياسين ته ميجر پوئين سيٽ تي ويٺو ۽ ڪونگهرا هڻڻ لڳو، آءٌ جيپ ڏاڍي تکي هلائي رهيو هوس، ۽ دل ۾ خوش پئي ٿيس ته اڄ پنهنجي مقدس سرزمين تي پهچي وينداسين. گهوٽ جي حدن کان ڪافي پري اچي مون جيپ جي رفتار آهستي ڪئي ۽ ڪجهه اڳيان هلي صفا بيهاري ڇڏيم. هيٺ لهي هيڏانهن هوڏانهن جو جائزو ورتم، پر اوسي پاسي ڪو نظر نه آيم. هاڻ ڪافي پريان به ٽرڪون، آهستي آهستي اچي رهيون هيون. مون لوهي هٿوڙو ڪڍي پوريءَ طاقت سان ڪونگهرا هڻندڙ ميجر جي ڪاپي ڪنهي تي وهائي ڪڍيو. ڪو آواز ڪڍڻ بنا ميجر صاحب جو ڪنڌ لڙڪي پيو، نبض تي هٿ رکي ڏٺم ته ڪٿي مري ته نه ويو هو، پر هو جيئرو هو. مون سندس پستول ڪڍي پنهنجي کيسي ۾ رکيو ۽ ٽيليفون واري تار جي مدد سان کيس سيٽ سان ٻڌي ڇڏيم. پوءِ مون جرمن سپاهيءَ واري وردي پاتي ۽ جيپ کي تيزيءَ سان محاذ طرف هلائڻ لڳس. جلد ئي آءٌ جرمن مورچن کان اڳتي

نڪري آيس. ڪجهه مشين گنن وارا جرمن مورچن
مان نڪري آيا، مون کين ڏسي چند ساعتن لاءِ جيپ
ڍري ڪئي، جيئن هو مون سان گڏ ويٺل ميجر کي
ڏسي سگهن. هو رڙيون ڪري ۽ اشارا ڪري مون کي
اڳتي وڃڻ کان روڪڻ لڳا. پر آءٌ جيپ اسي ميلن
جي رفتار سان هلائي رهيو هوس، سو جيسين جرمن
منهنجي نيت سمجهن، آءٌ سندن ٻچ کان ٻاهر نڪري
چڪو هوس. ها، هنن ڳالهه سمجهڻ کان پوءِ منهنجي
جيپ تي فائرنگ شروع ڪري ڏني. هاڻي صورتحال
ڏاڍي عجيب هئي پويان جرمن سپاهي گوليون وسائي
رهيا هئا ته اڳيان وري روسي سپاهي مون تي گوليون
هلائي رهيا هئا. جيپ جو شيشو ٽڪر ٽڪر ٿي چڪو
هو ۽ ان جي باڊيءَ ۾ گوليون سوراخ ڪري ڇڏيا هئا.
روس جي سرحدن ۾ داخل ٿي، هڪ ڍنڍ جي پر ۾
وڻن هيٺ مون جيپ بيهاري ۽ هيٺ لهي پنهنجي وطن
جي مٽيءَ کي چميم. هڪ روسي نوجوان جنهن کي
مون اڳ ڪڏهن نه ڏٺو هو، ڊوڙندو مون ڏانهن آيو
۽ مشين گن تاڻي چوڻ لڳو، ’ڇو جرمن؟ رستو ڀلجي
ويئين ڇا؟‘ مون جهٽ جرمن وردي ڦاڙي ڇڏي ۽
ٽوپيءَ کي زمين تي اڇلي ورائيم، ’نوجوان سپاهي، آءٌ
هن ئي سرزمين تي ڄائو هوس ۽ منهنجو جسم هن ئي
مقدس مٽيءَ جي خمير مان ٺهيل آهي. ڀوءِ ڀلا آءٌ
جرمن ڪيئن ٿو ٿي سگهان؟ آءٌ دراصل جرمن ۾ قيد

هوس، ۽ هـا، پڻ! جيپ ۾ هڪ جرمن سوئر موجود
اٿئي، انهيءَ کي ڪولي پنهنجي ڪمانڊر وٽ وٺي ويجُ
ايترو چئي، مون پنهنجو پستول به انهيءَ نوجوان جي
حوالي ڪيو، جيڪو هاڻ حيرت ۽ خوشيءَ وچان مون
ڏانهن نهاري رهيو هو.

”اهو نوجوان سپاهي، ميجر کي پاڻ سان وٺي
ويو هليو ۽ آءٌ ڪيمپ طرف روانو ٿيس. شام تائين
ڪافي سپاهي مون سان ملڻ آيا. انهن مان هرڪو
سپاهي مون سان ڏاڍيءَ حب ۽ اڪير سان مليو.
پنهنجن ساٿين جي همت ۽ حوصلن کي جوان ڏسي مون
کي ڏاڍي خوشي ٿي. رات جو ڪرنل ڪمانڊنٽ مون
کي ملاقات لاءِ گهرايو. انهيءَ وقت ڏاڍين آءٌ وهنجي
سهنجي، روسي فوج جي نئين وردي پهري چڪو هوس.
جڏهن ڪرنل جي آفيس ۾ پهتس، ته ڪرنل صاحب
پنهنجي ڪرسيءَ تان اٿي دروازي تائين مون سان ملڻ
آيو. مون کي ڀاڪر پائيندي، ڪرنل چيو، ’بهادر
سپاهي، تو اهان لاءِ جيڪو تحفو آندو آهي، تنهن لاءِ
اسين تنهنجا ٿورائتا آهيون. جرمن ميجر ۽ سندس قبضي
مان هٿ آيل ڪاغذن اسان کي ڪافي ڪجهه ٻڌايو
آهي، ۽ تنهنجو اهو ڪارنامو ٻين جرمن سپاهين کي
گرفتار ڪرڻ کان به وڌيڪ اَهم آهي. آءٌ پنهنجي
طرفان تو لاءِ هاءِ ڪمانڊ وٽ اعليٰ اعزاز جي سفارش
ڪري رهيو آهيان.‘

”ڪرنل جي ڳالهه ٻڌي آءٌ پنهنجن جذبن کي پنهنجي وس ۾ نه رکي سگهيس ۽ خوشيءَ وچان منهنجي اکين مان ڳوڙها ڳڙڻ لڳا. مون ڳهڪجندڙ آواز ۾ ڪرنل کي چيو، ’ڪامريڊ ڪرنل، منهنجي لاءِ سڀ کان وڏو اعزاز اهو ٿيندو، جو توهان مون کي هڪ ڀيرو وري پيادي‌ءَ فوج ۾ شامل ٿي روس جي سرزمين جي دفاع ڪرڻ جي اجازت ڏيو.‘

”اها درخواست ٻڌي ڪرنل کِلي پيو ۽ منهنجي پٺي ٺپريندي چيائين، ’ڪامريڊ تو ۾ هن وقت ايتري سگهه به نه آهي، جو پنهنجن پيرن تي بيهي سگهين. تنهن هوندي به تون جنگ ۾ حصو وٺڻ ٿو چاهين؟ آءٌ تنهنجي جذبي جو قدر ٿو ڪريان، پر تون فڪر نه ڪر، روس جي سرزمين جي حفاظت ڪرڻ لاءِ گهڻا سگهارا جوان پنهنجي سر سان ڪفن ٻڌيو پيا وڙهن. هن وقت توکي سڌو اسپتال ڏي موڪليو وڃي، جتي تنهنجي خدمت چاڪري ۽ علاج ڪيو ويندو ۽ توکي ڪارائتو بڻايو ويندو، صحتمند ٿيڻ کان پوءِ تون هڪ مهيني جي موڪل تي پنهنجي گهر ويندين ۽ اتان موٽڻ کان پوءِ تو متعلق فيصلو ڪيو ويندو.‘

”پوءِ ڪرنل ۽ ٻين آفيسرن نهايت عزت ۽ احترام سان مون سان هٿ ملائي موڪلايو. ڪيمپ مان ٻاهر اچي سوچڻ لڳس ته ٻن سالن جي ڊگهي عرصي کان پوءِ مون سان انسانن جهڙو سلوڪ ڪيو ويو آهي. جرمنيءَ

جي قيد ۾ جڏهن ڪنهن آفيسر سان ڳالهائيندا هئاسين
ته پنهنجو مٿو پاڻهن ۾ لڪائي ڇڏيندا هئاسون، جو
انديشو هوندو هو ته آفيسر پنهنجو بيد ڪٿي نڪ يا
ڏندن تي نه وهائي ڪڍي. اها عادت وطن اچڻ کان
پوءِ به ڪيتري وقت تائين مون ۾ موجود رهي.

"ڪرنل جي وعدي موجب مون کي ڪيمپ مان
هڪدم اسپتال نيو ويو، جتي پهچي مون سڀ کان
پهريون ڪم اهو ڪيو، جو پنهنجي منڱڻي رفيقه حيات
اپرنا کي تفصيلي خط لکيم، جنهن ۾ کيس جنگ جي
صورتحال، پنهنجي قيد ٿيڻ، قيد واري عرصي ۾ ڏنل
عقوبتن بابت ۽ انهن پڄڻ متعلق احوال کان کيس واقف
ڪيم ۽ اها خوشخبري به کيس لکيم ته، ڪامريڊ ڪرنل
مون کي بهادريءَ عرض اعزاز ڏيارڻ جو پڻ واعدو
ڪيو آهي. اهي ڳالهيون اپرنا کي لکڻ وقت آءٌ ڏاڍو
خرش هوس ۽ سمجهيم ٿي ته اپرنا به، پنهنجي مڙس
جي بهادريءَ جو داستان پڙهي، فخر محسوس ڪندي،
۽ سندس خيريت جو اطلاع ملڻ تي پاڙي وارن کي
مٺائي ڪارائيندي.

"اسپتال ۾ منهنجو تفصيلي معائنو ڪيو ويو ۽ پوءِ
ڊاڪٽرن منهنجي لاءِ خوراڪ جي لسٽ تيار ڪئي،
جنهن مطابق مون کي مقرر وقتن تي طاقت واري غذا
پندرهن ڏينهن تائين ته، آءٌ هر فڪر کان
پيو پيءُ ڪريو پيو ننڊون ڪندو هوس، پر

جڏهن پندرهن ڏينهن کان پوءِ به ايرينا طرفان خط جو جواب نه آيو ته آءٌ پريشان ٿي ويس. طاقتور، لذيذ ۽ مٺيون خوراڪ به مون کي راس نه اچڻ لڳي ۽ ذهن ۾ اجايا خيال ۽ وسوسا نت نئين سر، ۽ هر هر ايرندا رهيا. نيٺ منهنجي انتظار جي ڪيفيت ختم ٿي ۽ اٺڪٽن ڏينهن مون کي هڪ خط مليو، پر اهو خط ايرنيا يا انتولي طرفان نه پر اسان جي هڪ پاڙيسريءَ جي هٿ اکرن ۾ لکيل هو. انهيءَ خط منهنجي زندگيءَ ۾ روشن ٿيل اميد جي ڏيئي وسائي ڇڏي ۽ دنيا منهنجي لاءِ ڪاريءَ رات جيان اونداهي ٿي وئي. هن منهنجي خط ۾ لکيو هو ته هوائي جهازن واري ڪارخاني تي جرمن فوج جي هوائي حملي دوران اوڙي پاڙي وارا سڀ گهر به تباهه ٿي ويا هئا، ۽ منهنجو گهر به ان علائقي ۾ هو. هوائي حملي وقت ايرينا ۽ نيڪريون گهر ۾ موجود هيون، جڏهن آن انڌڪار واريءَ بمباريءَ ڪري سڄي گهر سميت رک ٿي ويون.

”منهنجا دوست، جنگ ڏاڍي ظالم شيءِ آهي. خبر نه آهي ته آن ۾ ڪيتريون قيمتي ۽ معصوم جانيون، بنان ڪنهن ڏوهه جي، اک ڇنڀ ۾ ختم ٿيو وڃن. جنگ جي ميدان ۾ يا انهيءَ کان پوءِ جرمن قيد ۾ مون جيڪي ڏينهن گهاريا هئا، سي سڀ هن تازي زخم اڳيان هيچ هئا. منهنجي مٺڙي زال ۽ پياريون ڌيئر، جنگ جي ظالم چنبي مون کان کسي ورتيون هيون ۽

آءٌ اهڙو نڀاڳو هوس جو آخري سفر ۾ به سندس همراهي نه ڪري سگهيس. پيو ته ٺهيو، سندس جنازي کي ڪلهو به نه ڏيئي سگهيس. پاڙي واري جو خط ايرينا جي موت جي خبر تائين پڙهي، منهنجي اکين اڳيان اونده اچي ويئي ۽ آءٌ ائين محسوس ڪري رهيو هوس ڄڻ منهنجي وجود ۾ ڪا شيءِ ٽٽي ڀورا ڀورا ٿي ويئي هجي. آءٌ پلنگ تي ليٽي، پنهنجا لڙڪ پي، خط ورق ورق پڙهڻ لاءِ پنهنجي اندر همت پيدا ڪرڻ لڳس. هن لکيو هو ته اتحادي بمباريءَ وقت شهر ۾ هو، شام جو هو جڏهن گهر پهتو ته اتي رک جو ڍير سندس آجيان لاءِ موجود هو. هو ڪاوڙ وچان هڪدم شهر طرف وريو ۽ پاڙي وارن کي چئي ويو ته 'آءٌ به جنگ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ وڃي رهيو آهيان.'

"ايرينا جي مرڻ جي خبر پوڻ تي مون کي اهو ڏينهن ياد آيو، جڏهن آءٌ پنهنجي پيارن ٻچن کي اڪيلو ڇڏي ميدان جنگ ڏانهن روانو ٿي رهيو هوس. ايرينا سڄي رات منهنجي ڇاتيءَ ۾ پنهنجو منهن لڪائي روئندي رهي هئي ۽ مون کيس دلاسا پئي ڏنا ته آءٌ جنگ جي ميدان تان جيئرو موٽي ايندس، ۽ هڪ ڏينهن وري ساڳيا ميلا ٿيندا ۽ خوشيون ٿينديون ۽ زندگي وري به اسان جي ڪُل خوشيءَ ۾ گذرڻ لڳندي، پر هن کي پوءِ به صبر نه آيو هو، شايد کيس غيب اهو اطلاع ڏيئي ڇڏيو هو ته هاڻ اسين وري ڪڏهن به ملي نه سگهنداسون.

اسٽيشن تي پڻ هوءَ مون کي ڇنڊڙيءَ ڀيٽي هئي ۽ مون کيس ڏڪي ڇڏيو هو. آه! آءٌ ڪاڻس پنهنجي انهيءَ ظلم جي معافي پڻ نه وٺي سگهيس. جرمن قيد ۾ ڏينهن رات گڏهن وانگر بيگار ۾ وهڻ کان پوءِ جيڪڏهن ڪو وقت آرام لاءِ ملندو هو، تنهن ۾ آءٌ اهڙنا وٽ پهچي ويندو هوس ته 'جنگ اجهو ختم ٿي آءٌ چاڻ واپس گهر اچان.' پر مون کي ڪهڙي خبر ته هيءَ منهنجي زندگي، منهنجي ڏک سک ۾ ڀائيواري هلي ٿيڻ واري هستي، مون کان ۽ هن سچي ظالم دنيا کان منهن موڙي چڪي آهي. آه! منهنجو گهر تباه ٿي چڪو هو، منهنجي زال مري چڪي هئي، ٽيئرون ٻه جنگ جو بک ٿي ويون هيون ۽ پٽ متعلق ڪا خبر نه هئي ته هو جيئرو آهي يا...."

امان جي گفتگو جڏهن اسٽاپئين پهتي ته ڪامريڊ اسڪولوف ماٺ ٿي ويو. ڏٺم ته سندس اکين جون ڪنڊون لڙڪن سان پنل لڳيون. هو بهادر انسان روئي رهيو هو، پنهنجي گهر جي تباهيءَ تي! سندس داستان واقعي ڏاڍو ڏکوئيندڙ هو، پر جنگ ۾ ته نه ڄاڻ ڪيترن محبت ڪندڙن جا گهر تباه ٿيو وڃن، ڪيترا ٻار يتيم ٿيو وڃن، ڪيتريون زالون بيواهه، ۽ ماءُ پيءُ بي اولاد ٿيو وڃن، پوڙهي اچا نه موٽي هئي، سو آءٌ ماٺ ڪيو سندس ڳالهائڻ جي انتظار ۾ ويٺو رهيس، ڇو جو هاڻ مون سندس پوءِ جي زندگيءَ متعلق ٻه

چاڙهه تي چاڙهيو.

ڪن ساعت ڪان پوءِ هن وري ڳالهايو، پر هيئر سندس آواز ڪنبي رهيو هو ۽ سندس چپ ٿڙڪي رهيا هئا. چيائين، ”اجنبي دوست آءٌ ائين محسوس ڪري رهيو آهيان ڄڻ منهنجو ساهه گهٽجي رهيو آهي، ڄڻ ڪير منهنجي نڙي وڍي رهيو آهي. اڄ ته هڪ سگريٽ ڇڪي وٺون....“

سندس خواهش تي مون به هڪ سگريٽ دکائي ورتو.... هن ٻه ٽي تکا تڪڙا ڪش هنيا ۽ ڪجهه پرسڪون نظر اچڻ لڳو، پر ڳالهائين ڪونه.... چند گهڙين جي انهيءَ پراسرار خاموشي مون کان سٺي نه ٿي، سو نيٺ ڪڇي پيس. ”ڀلا پوءِ ڇا ٿيو؟“

چيائين، ”مرڻ وارن سان گڏ ڪو مرندو ڪونه آهي.... آءٌ به انسانن جي انهيءَ سخت جان ۽ پٿر دل جنس سان تعلق ٿو رکان، سو زال ۽ ٻچڙن جي موت جي خبر پڌي به آءٌ جيئرو رهيس، ها ڏک ۽ غم منهنجو سات ڏنو.... پاڙي واري جي خط پڙهڻ بعد آهي وڃارا منهنجي وجود جو ڄڻ هڪ حصو ٿي پيا. اسپتال مان جيئن ئي ڇٽڪاري موڪل ملي، ته ڪرنل جي چوڻ موجب مون کي هڪ مهيني لاءِ گهر وڃڻ جي اجازت ملي. آءٌ هڪ هفتي ۾ پنهنجي شهر پهتس ۽ گاڏيءَ مان لهي پنڌ، پنهنجي گهر واري علائقي ڏانهن روانو ٿيس. اهو سڄو علائقو جنهن ڪنهن زماني

۽ هوائي جهاز ٺاهڻ وارو ڪارخانو ۽ ڪڪڙائي گهر
هئا، صفا ويران ٿيو پيو هو. منهنجي گهر واري هنڌ
پاڻيءَ جو هڪ ٽلاءُ موجود هو، جنهن جي چوڌاري
ساڳو گاهه ۽ جهنگلي ٻوٽا ڇانيل هئا. چئني طرفن خوفناڪ
ماٺ ڇانيل هئي. آءٌ ڪجهه دير اتي بيٺو رهيس. پنهنجن
ارمانن جي جنازي تي ڳوڙها ڳاڙيم. ۽ پوءِ ٽڪڙو ٽڪڙو
واپس اسٽيشن ڏانهن وريس. ۽ اتان سڌو فوج ۾ وڃي
ساٿين سان شريڪ ٿيس، جنهن لاءِ مون کي ڪرنل کي
سچو واقعو به ٻڌائڻو پيو ۽ ثابت ڪرڻو پيم ته هاڻ
هن دنيا ۾ منهنجو ڪير به ڪونه آهي، جنهن وٽ
وڃڻ لاءِ مون کي هڪ مهيني جي موڪل جي ضرورت
هجي.

”فوج ۾ وري شامل ٿيڻ جي ڪن مهينن کان پوءِ
مون هڪ خوشخبري ٻڌي. منهنجي پٽ انتونيءَ، محاذ
جنگ تان مون کي پنهنجي زنده هجڻ جو اطلاع
موڪليو هو. اها خبر منهنجي لاءِ ٻانت اونده ۾ روشنيءَ
جو هڪ ڪرڻو ثابت ٿي. انتونيءَ کي منهنجو سرنامو
اسان جي انهيءَ پاڙيسريءَ موڪليو هو، جنهن مون
کي ايرينا جي موت جي خبر ڏني هئي. منهنجو لخت جگر
هڪ سال ٿائين آرٽلري ڪاليج ۾ فوجي سکيا وٺندو
رهيو هو، جتي کيس هندسه رياضيءَ ۾ مهارت ڏاڍو ڪم
ڏنو ۽ امتحان سٺين مارڪن سان پاس ڪري محاذ تي
پهچي ويو ۽ اڄ ڪپتان جي حيثيت ۾، توپچين جي

هڪ دستي جو اڳواڻ هو. انتولي بهادري جا ڪيترائي ڪارناما ڏيکاري چڪو هو، جنهن جي بدلي ۾ ڪيس تمغا به ملي چڪا هئا.... جڏهن تہ سندس پيءُ عمر گهري وڃڻ جي باوجود اڃا هڪ عام سپاهي هو ۽ هڪڙيءَ پراڻيءَ ٽرڪ ۾ بارود کڻي، اڳين مورچن تي پهچائي رهيو هو! خير، اها ڳالهہ تہ فخر جهڙي هئي.... منهنجو وقت پورو ٿي چڪو هو ۽ هاڻي نئين نسل جو دؤر هو.

”انسان جي سڄي زندگيءَ جو هڪ وڏو عرصو خيالي پلاءَ پچائيندي ۽ خواب ڏسندي گذري وڃي ٿو، اهي خيالي پلاءَ ۽ خواب عمر سارو هوندا آهن. ٻارڙن جا خواب هڪڙا، نوجوانن جا ٻيا تہ اسان جهڙن پوڙهن جا وري ٻيا. انتوليءَ جو خط ملڻ تي مون وري خيالي پلاءَ پچائڻ شروع ڪيا. سوچيندو هوس تہ جڏهن جنگ ختم ٿيندي، تڏهن آءٌ پنهنجي پٽ جي گهر کي آباد ڪرڻ لاءِ جشن ڪندس ۽ هن لاءِ ڪا سهڻي من موهڻي ۽ سلڇڻي ڪنوار ڳوليندس، سندس شادي ڪرائيندس. سندس شادي کان پوءِ آءٌ به وٽن رهندس، پڄت سارو محنت ۽ مزوري به پيو ڪندس ۽ سندس ٻارن جي سار سنڀال به پيو لهندس. پر آءٌ ڪجهہ بہ نہ ڪري سگهيس. دراصل انهن ڏينهن ۾ هر محاذ تي روسي فوج اڳتي وڌي رهي هئي، سو اسين هڪٻئي کي خط پٽ ڏ لکي سگهندا هئاسين ۽ ڪجهہ عرصي لاءِ جڻ هڪٻئي کي

وساري وڃڻاسون. جنگ ختم ٿيڻ تي هئي ته مون برلن جي ويجهو پهچي، انتوليءَ کي خط لکيو. انتوليءَ جي جواب مان خبر پيم ته هو به ٻئي طرف کان برلن وٽ پهچي ويو آهي. اها خبر منهنجي لاءِ هڪ وڏي خوشخبري هئي. آءٌ هڪ وڏي عرصي جي جدائيءَ کان پوءِ پنهنجي ننڍڙي خاندان جي ڪنهن فرد سان ملڻ وارو هوس. مون کي ائين ٿي محسوس ٿيو، ڄڻ منهنجي جسم ۾ رت وڌي ويو هجي، ۽ دل ۾ خواهش پيدا ٿي ته جيڪر مون کي پرَ هجن ها ته اڏامي وڃي پنهنجي رت جي ٽڪڙي کي ڇاتيءَ سان لايان پر منهجون سڀ خواهشون، سمورا خواب، واريءَ جي ڪنهن محل وانگر ڪمزور ثابت ٿيا. تقدير ۾ ٻيو ڪجهه لکيل هو. جڏهن اسان فاتحن جي حيثيت ۾ برلن ۾ داخل ٿياسين. تنهن ڏينهن هڪ جرمن سپاهيءَ انتوليءَ کي قتل ڪري ڇڏيو.

”شام جو وقت هو، ڪمپني ڪمانڊر ماڻهو موڪلي مون کي طلب ڪيو. مون وٽس توبخاني جو هڪ اعليٰ آفيسر ويٺل ڏٺو، جنهن کي سڃاڻي نه سگهيس، پڪ ڄاتم ته انتوليءَ متعلق ڪا بري خبر ٻڌائڻ لاءِ مون کي گهرايو ويو آهي. جڏهن آءٌ ڪيمپ ڪمانڊر جي آفيس ۾ گهڙيس، ته اهو آفيسر مون کي ڏسي اٿي بيٺو ڄڻ آءٌ عهدي ۾ کانئس وڏو هوس. ڪيمپ ڪمانڊر مون کي مخاطب ٿي چيو، ’هي صاحب تو سان

ماڻ آيو آهي.' ايترو چئي، هن پنهنجو منهن ٻئي پاسي ڦيري ڇڏيو. حالانڪه ايتري چوڻ تي ئي مون اهين محسوس ڪيو، ڄڻ منهنجي دل ٻڏي رهي! اهو آفيسر جيڪو ليفٽيننٽ ڪرنل هو، سو منهنجي ويجهو آيو ۽ چيائين، 'انٽولي اسڪوليف کي اڄ صبح جو هڪ جرمن سپاهيءَ قتل ڪري ڇڏيو آهي. اوهان سان ڳالهه ڪرڻ چاهيان ٿو.'

"آءٌ اليڪشن ٿيو بيٺو هوس. اها خبر ٻڌي سڄو لڏي ويس. پر هڪدم پنهنجو پاڻ تي ڪنٽرول ڪيم. ڪرنل سان ڳالهه موٽر ۾ ويٺس، ۽ توپخاني تائين وارو سفر مون کي اڄ به چٽيءَ طرح ياد آهي. سڄي وات آءٌ پنهنجي ذهن ۽ دل کي سمجهائيندو رهيس ته انٽولي قوم تان پنهنجي جان قربان ڪئي آهي. انهيءَ ۾ افسوس يا ڏک ڪرڻ جي ڪا ڳالهه نه آهي. تنهن کان سواءِ پاڻ هڪ فوجي ٿي ڪري، ايترو ڪمزور دل هجڻ شاناثني ڳالهه نه آهي. سو جڏهن آءٌ اتي پهتس ته ڪافي حد تائين پرسڪون ٿي ويو هوس. انٽوليءَ جو خاموش جسم ڳاڙهي مخمل ۾ ويڙهي رکيو ويو هو، ۽ لاش جي چوڌاري ڪيترا سپاهي بيٺا هئا. آءٌ لاش جي ويجهو ويس. ننڍڙي انٽوليءَ ۽ جوان انٽوليءَ ۾ تمام ٿورو فرق هو. جڏهن مون انٽوليءَ کان موڪلايو هو، تڏهن هو بي پرواهه، هروقت مرڪندڙ، هڪ سهڻو ڇوڪر هو، جنهن جي ڇاتي ويڪري نه هئي، ۽ جنهن

جي ڳلي ۾ هر وقت هڪ زنجير پيل هوندي هئي. هي انتولي، موڪريءَ جاتيءَ، پرسل ڇوري ۽ ڪسرتي جسم وارو سهڻو جوان هو. سندس اک ڪليل اکيون جڻ منهنجي پڇڻ لاءِ واجهائي رهيون هيون ۽ سندس چپن جي ڪنارن تي اڃا به انهيءَ مرڪ جا آثار نظر پئي آيا جوڪا سندس ڇوري جي خصوصيت هئي. مون جهڪي سندس پيشانيءَ تي پدري شفقت جي مهر لڳائي ۽ ڪنڌ جهڪائي هڪ طرف بيهي رهيس. انتوليءَ جا مائٽ ۽ دوست پنهنجا لڙڪ لڪائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا، پر آءٌ روئي ڪونه سگهيس. منهنجون اکيون جڻ سڪي ٺوٺ ٿي ويون هيون پر آءٌ انتوليءَ جي موت کي اڃ تائين وساري نه سگهيو آهيان. سڄي جنگ دوران هو زنده رهيو، پر فتح واري ڏينهن ڏاريءَ سرزمين تي سندس ڇوڪرا پورا ٿي آيا ۽ هو مون سان ملڻ بنان ئي موڪلائي ويو. انهيءَ ڏورانهين ڏيهه جي مٽيءَ ۾ مون پنهنجي زندگيءَ جي آخري اميد، پنهنجي خوابن جي هڪ آخري نشاني، پنهنجي رت جي ٽڪري کي پنهنجن ئي هٿن سان دفن ڪري ڇڏيو. دفنائڻ وقت انتوليءَ کي توبن جي سلامي ڏني وئي، اهو منهنجي پٽ لاءِ هڪ اعزاز هو.... پر ڇا، اهي اعزاز هڪ زنده پٽ جي برابري ڪري سگهن ٿا؟

”انتوليءَ کان پوءِ آءٌ جڻ هڪدم پوڙهو ٿي ويس. فوج جي زندگيءَ مان بس ڪري ٿي بيٺس. سو مون

کي جنگ ختم ٿيڻ کان پوءِ فوج مان موڪل ملي ويئي. هاڻي آءٌ بنهه اڪيلو رهجي ويو هوس. هن وسيع دنيا ۾ منهنجو ڪير به نه هو. فيصلو ڪيم ته پنهنجي هڪ دوست وٽ وڃي رهان، جيڪو جنگ ۾ مون سان گڏ هو ۽ ڦٽجي پوڻ ڪري کيس موٽائي موڪليو ويو هو. هن مون کي جنگ ختم ٿيڻ کان پوءِ وٽس اچي رهڻ لاءِ چيو هو. منهنجو اهو مهربان دوست "پورو- ليڊڪ" ۾ رهندو هو. هن زال مڙس پنهنجي ذاتي گهر ۾ شهر جي گوڙ کان پري هڪ پاسي رهندا هئا ۽ هو بي اولاد هئا. منهنجي ان دوست کي پينشن ملندي هئي ۽ هو لارين جي هڪ ڊيپوءَ تي ڪم به ڪندو هو. مون کي به اتي ڊرائيوري ملي ويئي. هنن مون کي هڪ ڪار ڪمرو ڏنو ۽ مون پنهنجي نئين زندگيءَ جي شروعات سندن گهر ۾ ڪئي. اسين شهر مان اناج ڪٺي پري پاسي وارن ڳوٺن ۾ پهچ ڏيندا هئاسين، ۽ انهيءَ وچ ۾ منهنجي ملاقات هن ٻارڙي سان ٿي جيڪو سامهون راند پيو ڪري.

"اناج ڪنهن مقرر ڳوٺ ۾ پهچائي، واپس اچي، اسين سڀ کان پهرين هڪ هوٽل ۾ وڃي ويهندا هئاسين ۽ ٿڪ لاهڻ لاءِ "ووڊڪا" پيئندا هئاسين. مون کي چاڻ آهي ته شراب پيئڻ خراب عادت آهي، پر انهن ڏينهن ۾ آءٌ شراب جو ڏاڍو شوقين ٿي پيو هوس. هڪ ڏينهن مون هوٽل پاهران انهيءَ ڇوڪري کي بيٺل

ڏٺو، پوءِ روز ڪيس اُنيءَ ڏي ڏسندو هوس. سندس جسم تي ڦاٽل، ليڙون ليڙون ٿيل لباس هوندو هو ۽ منهن ڪڪرو هوندو هوس سندس وار منجهيل ۽ وڪريل هوندا هئا. پر جيڪا ڳالهه، مون کي ڪيس ڏسڻ تي مجبور ڪندي هئي، اهي هيون سندس اکيون. سندس اکيون روشن ۽ چمڪدار ته هونديون هيون، پر انهن ۾ نراسائيءَ جي اٿاهه اونهائي به موجود هئي — هو جنهن ڏانهن ڏسندو هو، ته ان ۾ ڪنهن وڃهي ڏسندو هو! آهه هروقت ڪيس ڏسڻ لاءِ بيهو واجهائيندو هوس، ۽ ڏسي، وري اکيون هٽائي ڇڏيندو هوس! هن ڇوڪري کي پيٽ ڀرڻ لاءِ هوٽل مان يا هوٽل ۾ ايندڙ ماڻهن کان ڪجهه به نه ملندو هو.

”هڪ ڏينهن آءٌ ڪوٺ مان اناج پڙائي موٽيس ته هن کي هوٽل جي چاڙهين تي ويٺل ڏٺم: اُن تي لڳو ڇڻ هيءَ بکيو هو. مون دريءَ مان منهن ڪڍي، ڪيس سڏ ڪيو ۽ چيم، ’ويٺا! هيڏانهن اچي لاريءَ ۾ ويهه ته توکي ڳهائي اچان، پوءِ واپس اچي پاڻ ماني کائينداسون.“

”پهرين ته هو ڊڄي ويو، پر پوءِ ڊوڙ پائي منهنجي پر ۾ اچي ويٺو ۽ مون ڏانهن نهاري پڇيائين، ’اوهان کي منهنجي نالي جي خبر ڪيئن پيئي؟‘ منهنجا دوست هو هڪ پنو ڇوڪر هو، پر سندس اکين ۾ اهڙي چڪ ۽ ساڃهه هئي، جيڪا مون وڏن فيلسوفن

۽ عاقلن جي اکين ۾ به نه ڏٺي هئي. مون کيس ٻڌايو ته آءٌ هر قسم جي معلومات رکندو آهيان. جڏهن لاري هلائڻ لڳس ته ونيا خاموش ٿي وئي ۽ پنهنجون سهڻيون اکيون گهمائي مون ڏانهن نهارڻ لڳي. جهٽ کن کانپوءِ هن هڪ ٿڌو ساهه کنيو، ۽ آءٌ ڏڪي ويس. اسڪڙو ٻار ۽ هينئر کان ٿڌن ساهن ڀرڻ تي مجبور؟ مون سائس ڳالهائڻ خاطر کانئس سوال پڇيو، 'ونيا، تنهنجو پيءُ ڪيڏانهن ويو؟'

وراڻيائين، 'بابا جنگ ۾ مارجي ويو!'

'۽ تنهنجي ماءُ؟' ٻيو سوال پڇيومانس.

'جڏهن اسين گاڏيءَ ۾ پئي آياسين ته گاڏيءَ تي حملو ٿيو ۽ امان بم لڳڻ ڪري مري وئي.'

'گاڏيءَ ۾ اوهين ڪٿان پئي آيا؟'

'انهيءَ ڳالهه جو مون کي ساهو ڪونه آهي!'

'پلا تنهنجو ڪو ٻيو مٽ مائٽ ڪونهي؟'

'نه، ڪو به نه...'

'پوءِ پلا تون رات جو سمهندو ڪٿي آهين؟'

'جتي جاءِ ملي...'

"ننڍڙي ونيا جي زندگيءَ جو داستان ٻڌي منهنجي دل جي جيڪا حالت ٿي، سا آءٌ ئو ڄاڻان. هيءَ ننڍڙو ٻار هن وڏيءَ دنيا ۾ بلڪل اڪيلو هو ۽ اڃا خبر نه آهي کيس ڪيترا سال اڪيلائيءَ جي غم ۾ جيئڻو هو، پر مون هڪ فيصلو ڪري ورتو هو... هو

ٻه دنيا ۾ اڪيلو هو ۽ آءٌ ٻه اڪيلو هوس. هن جا مائٽ جنگ جو ٻڪ ٿي ويا هئا ۽ منهنجي گهر واري ۽ پيارا ٻار ٻه جنگ جي شعلن جو شڪار ٿي ويا هئا. مون فيصلو ڪيو هو ته آءٌ کيس پنهنجو پٽ بڻائيندس! اهو سوچي، ڄڻ منهنجي ذهن تان هڪ وڏو بار هٽي ويو .... روشنيءَ جا ڪرڻا ۽ اميد جي ڏياٽي منهنجي من جي اونده ۾ سوجهرو ڪرڻ لڳا. مون ڏانهس جهڪي ڪانئس پڇيو، 'وينيا، تون ڄاڻين ٿو ته آءٌ ڪير آهيان؟' هن معصوميت سان وراڻيو 'نه چاچا، مون کي خبر ڪانهي!'

"نڌهن مون کيس ٻڌايو 'چاچا نه .... آءٌ تنهنجو بابا آهيان پٽ....!'

"اهو ٻڌي، هن پنهنجون ٻانهون منهنجي ڳچيءَ جي چوڌاري وراڻيون ۽ منهنجي ڇهري کي چمڻ لڳو. منڊس محبت جي انهيءَ اظهار ۾ ايڏي ته شدت ۽ خلوص هو، جو منهنجي دل ڀرجي آئي ۽ اکين مان خوشيءَ جا لڙڪ وهي آيا. هن چيو، 'منڙا بابا، مون کي پڪ هئي ته اوهين هڪ ڏينهن مون کي ضرور ڳولي لهندا .... مون اوهان جو ڏاڍو انتظار ڪيو.'

"هاڻ اهو حال آهي، جو وينيا پيادو هلڻ کان ٻه لهرائيندو آهي ۽ هر وقت منهنجي ڪلهي تي سفر ڪندو آهي ۽ جڏهن ڪلهي تي ويٺي ويٺي ٿڪجي پوندو آهي ته ٿپو ڏيئي لهي ايندو آهي ۽ روڊ تي

ٻوڙڻ شروع ڪندو آهي. اسان جو سفر اهڙيءَ ريت طئي ٿيندو آهي، پر هاڻ هڪ ڏيپ سدائين مون کي ستائيندو رهي ٿو ته ڪنهن ڏينهن جڏهن هي معصوم ننڍ مان اٿندو ۽ مون کي ٻي جاءِ ڏسندو ته سندس ڪهڙو حال ٿيندو! انهيءَ ڪري سواءِ آءٌ خواب ۾ روز ايريتا کي ڏسندو آهيان! ڏينهن جو پنهنجي غم تي ڪنٽرول ڪري وٺندو آهيان، پر رات جو اڪثر اٿي روئندو آهيان، جو وهاڻو منهنجي لڙڪن سان ڀوڄي ويندو آهي."

منهنجي اجنبي دوست جي زندگيءَ جو داستان ختم ٿي ويو. پرنان ٻيڙي به ڏسڻ ۾ اچي پئي، جنهن ۾ منهنجو دوست سوار هو. ٻيڙيءَ کي ڏسي، ڪامريڊ اسڪرلوف پنهنجو رڪ جهڙو هٿ مون ڏانهن وڌايو ۽ چيائين، "هائي الله واهي منهنجا دوست، شل تون خوش رهين!" مون ٻڻ گرمجوشيءَ سان ورائيو، "الوداع منهنجا دوست... دعا آهي ته تنهنجو سفر خوشگوار رهي."

پوءِ هو پنهنجي پٽ وانيا کي سڏيو ۽ ڪناري ڏانهن وڃڻ لڳو. ننڍڙي نينگر وانيا ٻوڙي سندس جيڪٽ جي ڪنڊ پڪڙي ۽ ساڻس گڏ هلڻ لاءِ هن سان وڪن ملائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو.

منهنجي نگاهن اڳيان ٻه يتيم وڃي رهيا هئا، جن جي زندگي جنگ جي باهه هڪٻئي سان جوڙي ڇڏي

هئي، جن جو ماضي اونداهيءَ ۾ گم هو ۽ نه ڄاڻان
مستقبل هن لاءِ ڪهڙو ثابت ٿيڻو هو، پر اهڙي مون
کي پڪ هئي ته اهو اڏول، ارڏو ۽ اعليٰ ارادي وارو
روسي حالتن کان ڪڏهن شڪست نه کائيندو ۽ ڪڏهن
به تقدير اڳيان ڪنڌ نه نمائيندو ۽ سندس پٽ پيءُ
جي رهبريءَ ۾ جوان ٿيندو ۽ هو به هر مشڪل کي
منهن ڏئي سگهندو ۽ جڏهن سندس وطن کانئس قربانيءَ
جي گهُر ڪندو، تــه هو آن کي پنهنجي جان جو
نذرانو پيش ڪرڻ کان ڪين نـه ڪيٻائيندو. هن کي
وڃائڻ ڏسي، مون کي افسوس ٿيڻ لڳو. آءٌ ائين محسوس
ڪري رهيو هوس ڄڻ منهنجو ڪو عزيز دوست مون
کان جدا ٿي وڃي رهيو هو. جڏهن هو پتڻ کي ويجهو
وڃي پهتا ته وڃيا منهن مون ڏانهن ڪري پنهنجا ننڍڙا
هٿ لوڏڻ لڳو. مون دل ۾ سوچيو، هيءَ زماني جو
ستايل پوڙهو روسي، رڳو رات جي اڪيلائيءَ ۾ ڪونه
روئندو هوندو، سندس دل ڏينهن جو به لڙڪ وهائيندي
هوندي. پــر هو پنهنجي پٽ کي خوش رکڻ خاطر
پنهنجا لڙڪ لڪائي ڇڏيندو هوندو، جيئن هن جي پٽ
جي دل نه ڏکي ۽ هو سندس لڙڪ نه ڏسي سگهي.

---

# عظمت ادبي اڪيڊميءَ جو ايندڙ ڪتاب

— ١٩٧٢ ۾ جنهن ڪتاب جو پهريون ڇاپو ، ۽
١٩٧٩ ۾ ٻيو ڇاپو ڇپيو ۽ هٿوهٿ ختم ٿي ويو.

— عالمي ادب مان چونڊ شاهڪار ڪهاڻيون.

— سادي انداز ۾ سهڻو ترجمو، دلفريب ٻولي، معياري
ڪهاڻيون، سنڌيڪار — عمر ميمڻ.

— سفيد ڪاغذ ، سهڻي ڇپائي ، دلفريب ، ٽائيٽل ،
صفحا ٨٥ ۽ قيمت صرف 6-00

## اڳواٽي

۽ هاڙ ١٩٨٣ ۾ ٽيون ڇاپو

سول ايجنٽ — مشتاق نيوز ايجنسي گاڏي کاتو حيدرآباد

آگسٽ ۾ شايع ٿيندڙ ٻه انمول تحفا

— ايران جي عظيم عورت اشرف دهقانيءَ جو انگ ڪانڀاريندڙ داستان،

# انگ منهنجا لوهه

سنڌيڪار محبوب علي

— اسٽالن جو بين الاقوامي نظرياتي ڪتاب،

# قوم ۽ قوميت

سنڌيڪار منظور علي

---

# هي ضرور پڙهندا

پيرو سنڌري اتمچنداڻيءَ جي ڪتابن، "پريت پراڻي ريت نرالي، ڪرندڙ ديوارون، ٻهار ٻهار ٻهڙا ٻهڙا، ۽ جنهن جي تات ۾ اڇا وار ڳاڙها گل" جي سنڌ ۾ ڇپائي جا جملي حق ۽ واسطا عظمت ادبي اڪيڊمي حيدرآباد وٽ محفوظ آهن. ڪنهن به ڀاءُ بنا اجازت سنڌ ۾ ڇپرائڻ جي ڪوشش ڪئي ته قانوني ڪارروائي ڪئي ويندي.

# جنگ ۽ اِنسان

— معياري ۽ اعلیٰ لکڻيون پڙهندڙ ادب دوستن لاءِ لاثاني تحفو.

— Virgin Soil ۽ Quite Flows the Don جهڙن آفاقي ناولن جي روسي مصنف "ميخائيل شولوخوف" جي ناولٽ Fate of a man جو ترجمو.

— ١٩٧٨ع کان پوءِ ١٩٨٣ع ۾ ڪتاب جو ٻيو ڇاپو.

— روسي سپاهين جي همت ۽ بهادريءَ جو داستان، جن پنهنجيون حياتيون قربان ڪري، وطن جي سرزمين کي دشمن جي وجود کان پاڪ ڪيو.

— هڪ روسي خاندان جي ڪهاڻي، سندن ننڍين خوشين، عزم ۽ حوصلي جو دل ونندڙ بيان.

— هڪ اهڙي روسي سپاهيءَ جي ڪهاڻي، جنهن جي پيار ڪندڙ زال، اولاد ۽ سک سان ٺاهيل ننڍڙو گهر جنگ جي باهه جو ٻک ٿي ويا.

— حب الوطنيءَ جو اڻ وسرندڙ داستان، روس جي عظيم اديب جي تخليق، ڀهريون پيرو سراجهڙي سنڌي ٻوليءَ ۾.

— سفيد ڪاغذ، ونندڙ ٽائيٽل، سهڻي ڇپائي ۽ قيمت به بلڪل مناسب.

— توهان جي ادبي ذوق ۽ معيار جي بلڪل مطابق.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڑهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئـي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. پين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)